بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

# مودت القربیٰ (عربي)

ليکک: سيد علي همداني شافعي

.........

# زادالعقبیٰ (اردو)

اردو مترجم: سيد شريف حسين سبزواري

........

# مودت القربیٰ (سنڌي)

سنڌيڪار: مُنوربُٽ

المرڪزالاسلامي الجامعة الغوثيہ قاسم آباد ٽنڊومحمدخان



ڪتاب جو نالو : مودت القربىٰ
ليکڪ: سيد علي همداني شافعي
اردو مترجم: سيد شريف حسين سبزواري
سنڌيڪار: مُنوربٽ: 03010337835
03166481387
ڇاپو : پهريون ربيع الاول 1444 هجري۔ آڪٽوبر 2022ع

قيمت : =/260

Mawadat al Qurbaa
Arabic By: Syed Ali Hamdaani Shaafiee
Translated from Arabic to Urdu by: Syed Sharif Hussain Sabzwaari
Translated from Urdu into Sindhi by: Munawar Butt
Ph: 03010337835
Published by: Al-Markaz al Islamia Al-Jamiatul Ghothiya,
Qasimabad, Tando Muhammad Khan.
Edition First, Rabi-al Awal 1444 Hijree --- October,2022AD.

# انتساب

مان هي سنڌي ترجمو آلِ رسول ﷺ جي انهن
حبدارن شهيد مومنن جي نالي ڪريان ٿو جن
مديني ۾ ۽ مديني کان ڪربلا تائين ۽ ڪربلا کان
اڄ تائين پوري دنيا ۾ آلِ رسول ﷺ جي دشمنن
جي حملن جو نشانو ٿي شهادت ماڻي.

# فهرست

**پنجين مودت** 64

ان ڳالھ بابت تہ رسول الله ﷺ
جنهن بہ شخص جا موليٰ آهن
علي عليہ السلام بہ ان جا موليٰ آهن

**ڇهين مودت** 71

ان ڳالھ بابت تہ علي عليہ السلام رسول الله ﷺ
جا ڀاءُ ۽ انهن جا وزير آهن ۽
ان جي اطاعت الله جي اطاعت آهي

**ستين مودت** 78

علي عليہ السلام جي فضائل ۽ ان ڳالھ جي بيان ۾
تہ علي عليہ السلام رسول الله ﷺ
جو قرض ادا ڪرڻ وارو آهي ۽ ان جو ايمان
سموري مخلوق جي ايمان تي فوقيت رکي ٿو
۽ اهو رسول الله ﷺ کان پوءِ سيني ماڻهن
کان برتر ۽ افضل آهي

**اٺين مودت** 86

ان بيان ۾ تہ رسول الله ﷺ ۽ علي عليہ السلام
ٻئي هڪڙي نور مان پيدا ٿيا آهن ۽ علي عليہ السلام
کي الله تعاليٰ اهي خصلتون عطا ڪيون آهن
جيڪي پوري جهان ۾ ڪنهن کي نصيب نہ ٿيون آهن

## چوڏهين مودت 121

**پيغمبر ﷺ ۽ انهن جي پاڪ اهلبيتن جي بيان ۾ حضور ﷺ ۽ فاطمہ سلام الله عليها جي وفات ۽ دفن جي احوال جي باري ۾**

## پنهنجي طرفان

اسان جو اصل ڳوٺ ۽ منهنجي جنم ڀومي پٽ سرائي ڳوٺ آهي. پر پيننرن ۽ ڀائرن ميهڙ شهر ۾ نوڪري سبب ڳوٺ وارو گهر خالي ڪري ميهڙ شهر ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي. سنڌسيڪريٽريٽ جي نوڪريءَ تان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ مان به ڪراچي ڇڏي اچي ڀائرن پيننرن سان گڏ ميهڙ شهر ۾ رهڻ لڳس.

جيئن ته نوڪري دوران ئي مون انگريزي ۽ اردو مان ڪتاب ترجمو ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيا هيا. رٽائر ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي ڪجهه ڪتاب ڇپجي سنڌي ڀائرن جي هٿن ۾ پهچي چڪا هيا. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ ميهڙ شهر ۾ رهائش دوران ڪجهه ڏاهن ۽ اديب ماڻهن سان ملاقاتون ٿيڻ لڳيون. جن مان محترم احمدرضا آڳرو پنهنجي حيثيت ۾ منفرد شخصيت جو مالڪ آهي.

هڪڙي ڏينهن مان پنهنجي ميهڙ شهر واري گهر جي اوطاق واري ڪمري ۾ ويٺو هيس ته محترم احمدرضا آڳرو صاحب تشريف ڪٺي آيو. پنهنجي واقفيت ڪرائڻ سان گڏ ٻڌايائين ته منهنجا ڪجهه ترجمو ٿيل ڪتاب سندس نظر مان گذريا آهن. پاڻ مهرباني فرمائي منهنجي ترجمي واري ٻولي ۽ جملي جي سٽاء جي تعريف ڪرڻ سان گڏ منهنجي همت افزائي ڪرڻ فرمايائين. ائين اديبن وٽ ۽ ادبي گڏجاڻين ۾ محترم احمدرضا آڳرو سان وقت به وقت ملاقات ۽ ڪچهري ٿيندي رهي ۽ ساڻس مستقل تعلق جڙي ويو.

محترم احمدرضا آڳرو هڪڙو مخلص, محنتي ۽ جاکوڙي انسان آهي. انٽرنيٽ تان ڪتاب ڳولڻ جو شوقين ۽ ماهر آهي. مون کي به ڪڏهن ڪڏهن گهربل ڪتاب انٽرنيٽ تان ڳولي ڊائونلوڊ ڪري ڏيندو آهي. مون کي مشهور ڪتاب "ينابيع المودت" گهربو هو جنهن لاءِ کيس عرض ڪيم ته جيڪڏهن انٽرنيٽ تي رکيل هجي ته ڊائونلوڊ ڪري

ڏئي. اهو ڪم تہ ڪيائين پر افسوس تہ ڪتاب صفحو صفحو پي ڊي ايف جي صورت ۾ رکڻ جي بجاءِ بہ بہ صفحا فوٽو ڪاپي پي ڊي ايف ڪري رکيل هيا جنهن سبب پنهي صفحن جي گڏيل اندر وارو حصو پڙهڻ جي قابل نہ آهي. انهيءَ دوران محترم احمدرضا آڳرو محترم مولانا سيد شريف حسين سبزواري جو اردو ڪتاب "زادالعقبيٰ" ڊائونلوڊ ڪري موڪليو جيڪو سيد علي همداني شافعي جي عربي ڪتاب "مودت القربيٰ" جو ترجمو آهي. پنهنجي خلوص واري عادت پٽاندڙ مشورو ڏنائين تہ اهو بہ پلو ڪتاب آهي ان جو سنڌي ترجمو ڪيو.

محترم احمدرضا آڳرو جي مشوري تي عمل ڪندي هي ڪتاب ترجمو ڪري اوهان سنڌي پائرن جي هٿن تائين پهچائڻ جي سعادت نصيب ٿي آهي. جنهن ۾ چوڏهن معصومن عليهم السلام جو ذڪر خير ٿيل آهي. اميد آهي تہ الله ۽ الله جو رسول ﷺ منهنجي هن ڪوشش کي قبول ڪري عربي ليکڪ ۽ اردو مترجم وانگر هن سنڌي ترجمي کي منهنجي لاءِ بہ قيامت جي ڏينهن شفاعت ۽ ڇوٽڪاري جو ذريعو بڻائيندا. آمين.

مُنور ڀُٽ

# ڪتاب جي عنوان بابت ٻه لفظ

قرآن پاڪ جي آيت ”قُل لَّآ اَسۡـَٔلُكُمۡ عَلَيۡهِ اَجۡرًا اِلَّا الۡمَوَدَّةَ فِى الۡقُرۡبٰى“ (سورت شوريٰ آيت 23) يعني: چئو ته مان توهان کان پيغام پهچائڻ تي ڪوبه اجورو نٿو گهران مگر پنهنجن ويجهڙن مائٽن جي محبت.

قرآن ڪريم جي هن آيت ۾ ”القربيٰ“ جو لفظ استعمال ڪيل آهي. ظاهري معنيٰ مطابق هن لفظ جي معنيٰ ويجها عزيز ٿئي ٿي ۽ هر ماڻهوءَ جا ويجها عزيز ان لاءِ ”القربيٰ“ ئي ليکبا ۽ هر ماڻهوءَ ڪي آيت سڳوري ”وَ اٰتَى الۡمَالَ عَلٰى حُبِّهٖ ذَوِى الۡقُرۡبٰى وَ الۡيَتٰمٰى وَ الۡمَسٰكِيۡنَ وَ ابۡنَ السَّبِيۡلِ وَ السَّآئِلِيۡنَ وَفِى الرِّقَابِ“ (سورت بقره آيت 177) تحت ذوالقربيٰ جو خاص خيال رکڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. پر سورت شوريٰ جي آيت ۾ استعمال ٿيڻ کان پوءِ اهو لفظ ”ذوالقربيٰ“ ماڻهن جي هڪ اهڙي گروهه سان جڙي ويو آهي، جن جي نسبت رسول ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن سان آهي ۽ هن آيت ۾ الله جل شانه جو حڪم واضح طور تي پنهنجي سهڻي نبي صلي الله عليه وآله وسلم کي ڏنل آهي ته انهن يعني مسلمانن کي چئه ته آئون توهان کان انهن آيتن پهچائڻ جي بدلي ۾ ٻيو ڪجهه نه پيو گهران، سواءِ ان جي جو ”ذوالقربيٰ“ يعني رسول الله صلي الله عليه وسلم جي قريبن، عزيزن، ويجهن، پيارن لاءِ مؤدت رکو ۽ مؤدت جي معنيٰ محبت ئي آهي. پر ڪِنهي ٻڌيءَ واري ۽ رسڻ پرچڻ واري نه. بلڪ اهڙي محبت، جنهن ۾ عقيدت ۽ فنائيت جو رجحان واضح نظر اچي. هن پيغام تي سچ پچ هلڻ ڪنهن عام مسلمان جي وس جي ڳالهه ڪانهي، بلڪ انهن لاءِ آهي، جيڪي ايمان ۾ سبقت حاصل ڪرڻ وارا هجن ۽ پنهنجي درجي مطابق مؤدت جي مدار تي رسيا هجن. تحقيق الله سائينءَ هن قسم جا نياپا ڏنا ئي ايمان وارن يعني مومنن کي آهن.

جيئن مٿي وضاحت ڪئي وئي آهي تہ هن آيت ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي قرابتدارن ۽ عزيزن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. سوچڻو آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جا عزيز ڪير آهن؟

رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مٿيءَ مائٽيءَ وارن لاءِ سڀ کان وڏيڪ معروف لفظ "آل" استعمال ٿيندو آهي. قرآن ڪريم جي هڪ آيت "اِلَّآ اٰلَ لُوْطٍ اِنَّا لَمُنَجُّوْهُمْ اَجْمَعِيْنَ(۵۹)" (سورت الحجر آيت 59) ۾ حضرت لوط عليہ السلام جي آل جو ذڪر ڪيل آهي. گهڻي ڀاڱي مفسر هن ڳالهہ تي اجماع رکن ٿا تہ هتي آل مان مراد اهي ماڻهو آهن, جن لوط عليہ السلام تي ايمان آندو.

حضرت انس بن مالڪ رضي الله تعاليٰ عنہ جي بيان ڪيل شفاعت واري هڪ حديث ۾ آهي تہ "اسان کي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٻڌايو تہ: قيامت جي ڏهاڙي ماڻهو درياءَ جي ڇولين وانگر بيقرار هوندا. اهي حضرت آدم عليہ السلام وٽ وڃي عرض ڪندا تہ توهان پنهنجي پالڻهار جي بارگاهہ ۾ اسان جي شفاعت ڪريو. پاڻ فرمائيندا تہ اهو منهنجو مقام ناهي, توهان حضرت ابراهيم عليہ السلام وٽ وڃو ڇوتہ اهو خليل الله آهي. پوءِ ماڻهو حضرت ابراهيم عليہ السلام وٽ ويندا, جنهن تي پاڻ فرمائيندا تہ منهنجو منصب اهو ناهي, توهان حضرت موسيٰ عليہ السلام وٽ وڃو ڇوتہ اهو ڪليم الله آهي. پوءِ اهي حضرت موسيٰ عليہ السلام وٽ ويندا, پاڻ فرمائيندا تہ منهنجو اهو ڪم ڪونهي, توهان حضرت عيسيٰ عليہ السلام وٽ وڃو جو پاڻ روح الله ۽ ڪلمة الله آهي. پوءِ اهي حضرت عيسيٰ عليہ السلام وٽ ويندا تہ پاڻ فرمائيندا تہ اهو منهنجو اختيار نہ آهي, توهان محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ وڃو. پوءِ ماڻهو مون وٽ ايندا تہ آئون چوندس تہ ها! اچ شفاعت جو منصب مون وٽ ئي آهي. پوءِ آئون پنهنجي رب کان اجازت گهرندس تہ مون کي اجازت ملي ويندي ۽ مون کي واڪاڻ

ڪرڻ لاءِ اهڙا ڪلما الهام ڪيا ويندا جن سان الله تعاليٰ جي تعريف ۽ توصيف بيان ڪندس ۽ سندس آڏو سجدي ۾ پئجي ويندس. مون کي چيو ويندو تہ "اي محمد! پنهنجو سر مٿي ڪڻ ۽ چئہ، جيڪي چوڻو اٿئي. گهر جيڪي گهرڻو اٿئي، تو کي ڏنو ويندو ۽ شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت قبولي ويندي." آئون عرض ڪندس تہ "اي منهنجا رب! منهنجي امت، منهنجي امت." پوءِ فرمايو ويندو تہ "وڃ ۽ دوزخ مان ان کي ڪڍي وٺ، جنهن جي دل ۾ داڻي جيترو بہ ايمان هجي." آئون ائين ئي ڪندس. پوءِ واپس اچي ساڳين واکاڻ وارن جملن سان سندس حمد ۽ ثنا بيان ڪندس ۽ سندس آڏو سجدي ۾ پئجي ويندس. پوءِ چيو ويندو تہ "محمد! پنهنجو سر مٿي ڪڻ، گهر جيڪي گهرڻو اٿئي. تو کي ڏنو ويندو ۽ شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت قبولي ويندي." آئون عرض ڪندس تہ "اي منهنجا رب! منهنجي امت، منهنجي امت." پوءِ فرمايو ويندو تہ "وڃ ۽ دوزخ مان ان کي بہ ڪڍي وٺ،جنهن جي دل ۾ رائي جيترو بہ ايمان هجي." پوءِ آئون وڃي ائين ئي ڪندس. پوءِ واپس اچي ساڳين واکاڻ وارن جملن سان سندس حمد ۽ ثنا بيان ڪندس ۽ سندس آڏو سجدي ۾ پئجي ويندس. پوءِ چيو ويندو تہ "محمد! پنهنجو سر مٿي ڪڻ، گهر جيڪي گهرڻو اٿئي. تو کي ڏنو ويندو ۽ شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت قبولي ويندي." آئون عرض ڪندس تہ "اي منهنجا رب! منهنجي امت، منهنجي امت." پوءِ فرمايو ويندو تہ "وڃ ۽ دوزخ مان ان کي بہ ڪڍي وٺ، جنهن جي دل ۾ رائي جي داڻي کان بہ گهٽ ايمان هجي." پوءِ آئون وڃي ائين ئي ڪندس".
راويءَ جو چوڻ آهي تہ جڏهن اسان حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ وٽان نڪتاسين تہ مون پنهنجن ساٿين کي چيو تہ اسان کي حسن بصري وٽ بہ هلڻ گهرجي، جيڪو ابوخليفہ جي جاءِ ۾ لڪل آهي ۽ ان کي اها حديث ٻڌائڻ گهرجي، جيڪا انس بن مالڪ رضي الله تعاليٰ عنہ کان ٻڌي اٿئون. پوءِ اسان ان وٽ وياسين ۽ ان

ڪي سلام ڪيوسين، پوءِ هن اسان کي اجازت ڏني تہ اسان کيس ٻڌايو تہ "ابوسعيد! اسان، توهان وٽ توهان جي ڀاءُ انس بن مالڪ رضي الله عنہ وٽان ٿي آيا آهيون ۽ هن اسان کي جيڪا شفاعت جي باري ۾ حديث ٻڌائي آهي، ان جهڙي حديث اسان اڄ تائين ناهي ٻڌي." پاڻ فرمايائون تہ مون کي بہ ٻڌايو. اسان کين حديث ٻڌائي ۽ جڏهن ان جڳهہ تي پهتاسين تہ پاڻ فرمايائون تہ اڳتي ٻڌايو. اسان چيو تہ ان کان وڌيڪ هنن نہ ٻڌايو آهي. تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ "حضرت انس رضي الله تعالىٰ عنہ اڄ کان ويهہ سال اڳ جڏهن صحتمند هئا تہ انهن مون کي اها حديث ٻڌائي هئي، مون کي خبر ناهي تہ کين وڌيڪ وسري وئي آهي يا ان لاءِ ٻڌائڻ پسند نہ ڪيائون تہ متان ماڻهو رڳو ان آسري تي ويهي رهن." اسان چيو تہ "ابوسعيد! توهان اسان کي اها پوري حديث ٻڌايو." تنهن تي پاڻ کليا ۽ فرمايائون تہ انسان عجلت پسند پيدا ڪيو ويو آهي. مون اها ڳالهہ ئي تڏهن ڪئي جو توهان کي ٻڌائڻ چاهيم پئي. انس رضي الله تعالىٰ عنہ مون کي هن طرح حديث ٻڌائي، جيئن توهان کي ٻڌايائون، (ان ۾ اهو اضافو ڪيائين تہ) پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم فرمايو تہ "آئون چوٿون ڀيرو موٽي ايندس ۽ اچي ساڳين واکاڻ وارن جملن سان سندس حمد ۽ ثنا بيان ڪندس ۽ سندس آڏو سجدي ۾ پئجي ويندس." پوءِ چيو ويندو تہ "اي محمد! پنهنجو سر مٿي ڪڻ، گهر جيڪي گهرڻو اٿئي. تو کي ڏنو ويندو ۽ شفاعت ڪر، تنهنجي شفاعت قبولي ويندي." آئون عرض ڪندس تہ "اي منهنجا رب! مون کي انهن جي شفاعت ڪرڻ جي بہ اجازت ڏي، جن رڳو لاالله الاالله چيو آهي." تنهن تي فرمايو ويندو تہ "مون کي پنهنجي عزت ۽ جلال ۽ پنهنجي ڪبريائي ۽ عظمت جو قسم! آئون انهن کي ضرور دوزخ مان ڪڍندس، جن لاالله الاالله چيو آهي".

هن قسم جون حديثون تواتر سان حديث جي ڪتابن ۾ آيل آهن.

هن حديث مطابق هر مسلمان امتي تيستائين رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پيارن مان هجڻ جي اميد ڪري سگهي ٿو جيستائين آخري ڪلمو پڙهندڙ عذاب ڀوڳي شفاعت جو حقدار ٿي وڃي ۽ اهو بہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان نسبت ۽ قرابت جو مقام آهي جو رڳو ڪلمو پڙهڻ سان گنهگار جهنميءَ جي بخشش ٿي وڃي.

اهڙيءَ طرح ذوالقربيٰ جو اطلاق امت مسلمہ تي ڪرڻ مهل لازمي طور تي بدرجہ اوليٰ جو خيال رکيو ويندو. هيءَ جيڪا حديث آهي تہ "العلماءِ ورثة الانبياءِ" ان جي نسبت ان ديني علم سان آهي، جيڪو انهن عالمن پنهنجي پنهنجي نبي سڳوري کان حاصل ڪيو. ان جي علمي قرابتداريءَ جي ڪري انهن جا وارث بڻيا. ڀلي مَرڪن مسلمان عالم جن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان حاصل ڪيل علم تي عمل ڪيو ۽ صحيح واٽ تي هلي پاڻ ملهايائون ۽ الله جي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي قربت جي دائري ۾ داخل ٿيا ۽ ان نسبت سان ئي ٿن فاقن (بُکُن) ڏسڻ تائين مٿن زڪوات وٺڻ حرام ٿي. الله تعاليٰ هلندڙ ۽ ايندڙ دور جي عالمن کي بہ ان واٽ تي هلڻ جي سگهہ عطا ڪري.

ذوالقربيٰ جا بدرجہ اوليٰ حقدار اهي بہ ٿا لڳن، جيڪي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دور ۾ هئا ۽ پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي ايمان آندائون ۽ پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي فدائين وانگر جان ڏيڻ لاءِ آتا رهيا ۽ سندن هٿ هيٺ الله جي دين جو جهنڊو سربلند رکڻ لاءِ ڪي شهيد ٿيا تہ ڪي غازي بڻيا.

عجيب ڳالهہ آهي جو الله جي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي پنهنجي دور جي انهن ڀلارن روحن رکندڙ گروهہ جي ماڻهن کي مخاطب ڪري چيو تہ "اَسۡـَٔلُکُمۡ عَلَیۡهِ اَجۡرًا اِلَّا الۡمَوَدَّةَ فِی الۡقُرۡبٰی" يعني جيڪي بہ مسلمانن جا علمي، فقهي ۽ نظرياتي توڙي نسلي گروهہ

هن آيت يا اھڙين ٻين آيتن يا حسن يا ضعيف حديثن جي بنياد تي پنهنجي ڇوٽڪاري لاءِ پراميد آهن. انهن سڀني مان افضل گروهه، جيڪو اصحابيت جي رتبي تي فائز هو جيڪو پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم کان سڌوسنئون علم حاصل ڪرڻ جو اعزاز رکندڙ هو. جيڪو اسلام جي اوائلي لڙاين ۾ شهيد يا غازي جو رتبو ماڻيندڙن تي مشتمل هو اصحاب صفه، اصحاب بدر، عشره مبشره، بيعت الرضوان وارا، بئر معونه وارا شهيد حافظ ۽ قاري ۽ ٻين انيڪ القابن سان نوازيل سڳورا گروه ان وڏي گروهه جو حصو هئا. انهن سڀني کي ”ذوالقربىٰ“ جي پارت ڪئي پئي وڃي! ته پوءِ پيارن کان پيارن هستين تي مشتمل اهو گروهه ڪهڙو آهي؟

ان جو سڌو جواب اهو آهي ته رسول الله  صلي الله عليه وآله وسلم پاڻ سان پيار رکڻ جي دعويدارن کي انهن جي پارت ڪئي آهي، جيڪي عام معنىٰ کان ٽپي ڪري خاص الخاص ڪين وڏيڪ ويجها ۽ پيارا هئا.

ان لحاظ کان ذوالقربي جي مفهوم ۾ بدرجه اولىٰ جيڪي ڏريون شامل نظر اچن ٿيون، انهن مان هڪ بني هاشم ۽ بني مطلب آهن، جن کي زڪوات وٺڻ کان روڪيو ويو آهي. اهي آل رسول ۾ شامل قرار ڏنا ويا آهن.

حضرت عبدالله بن عمر  رضي الله تعالىٰ عنهما کان روايت آهي ته پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو: ”بيشڪ الله تعالىٰ ست آسمان پيدا ڪيا  ته انهن مان سڀني کي مٿاهين آسمان کي چونڊيائين ۽ ان تي استوا ڪيائين ۽ پنهنجن ٻين آسمانن تي پنهنجي مخلوق مان جن کي چاهيائين رهايائين ۽ الله تعالىٰ ست زمينون خلقيون ته انهن مان سڀني کان مٿاهينءَ کي چونڊيائين ۽ ان تي پنهنجي مخلوق مان جنهن کي چاهيائين، رهايائين. پوءِ مخلوق پيدا ڪيائين ته مخلوق مان بني آدم کي چونڊيائين، بني آدم مان عرب کي چونڊيائين ۽ عرب مان مضر کي چونڊيائين ۽ مضر مان

قريش کي چونڊيائين ۽ قريش مان بنوهاشم کي چونڊيائين ۽ بنو هاشم مان مون کي چونڊيائين، سو آئون نسل در نسل پلن مان پلن ڏانهن منتقل ٿيندو رهيس. تنهنڪري جيڪو عرب مون سان محبت رکي، اهو منهنجي ڪارڻ انهن (بنوهاشم) سان به محبت رکي ۽ جيڪو مون سان بغض رکي، اهو (عرب) منهنجي ڪارڻ انهن بغض رکڻ وارن سان بغض رکي. (طبراني مجمع الاوسط 6/199 تي، مستدرڪ حاڪم 4/83، بيهقي شعب الايمان 2/229،139)

هاڻي قربيٰ جي معنيٰ عام چئبي ته قريشن جا سيئي گهراڻا يا ان کان به مٿي عربن جا سيئي گهراڻا پر جي خاص چئجن ته هاشم پوٽا، پر جي ان کان به خاص چئجن ته عبدالمطلب پوٽا. ياد رهي ته صدقو ۽ زڪوات بنوهاشم جي سيني گهراڻن تي حرام ڪيل آهي. بي ڏر اهل خانه ۽ اولاد کي اهلبيت قرار ڏيندڙ آهي پر انهن مان ڪن زال جو رشتو اهو چئي ان ۾ شامل نه ڪيو آهي جو اهو رشتو ٽٽندڙ آهي. ان لحاظ کان اهلبيت جا اطلاق به ٿين ٿا، جن مان هڪڙي ۾ گهر واريون داخل ٿين ٿيون ۽ ٻئي ۾ نه. پر اهو شايد عام اصولي موقف هجي، رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي معاملي ۾ اهڙو ڪو واقعو نه ٿيو آهي ۽ سندن جيڪي به سڀ‌ڳوريون گهر واريون هيون، انهن کي قرآن ڪريم ۾ مومنن جون مائرون ڪوٺيو ويو آهي. جڏهن ته اولاد جي زمري ۾ انهن هستين کي شامل ڪيو ويو آهي، جيڪي چادر واري حديث ۾ شامل آهن. جنهن ۾ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم حضرت علي ڪرم الله وجهه، سائڻ فاطمة الزهره سلام الله عليها، حسنين ڪريمين عليهم السلام کي چادر ۾ ويڙهي هيءَ آيت پڙهي هئي "اِنَّمَا يُرِيْدُ اللّٰهُ لِيُذْهِبَ عَنْكُمُ الرِّجْسَ اَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيْرًا﴿۳۳﴾" (سورت احزاب آيت 33). يعني " اي نبيءَ جا گهر وارو! الله تہ اهو چاهي ٿو ته توهان کان پليتي دور ڪري ۽ توهان کي چڱيءَ طرح پاڪ ڪري ڇڏي﴿۳۳﴾

اهو واقعو هڪ ڀيرو نہ بلڪ مختلف ڀيرا ٿي گذريو آهي، جن ۾ "پنجتن" ليڪجنڊڙ شخصيتن کان علاوه ام المومنين حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها، ام المومنين ام سلمہ رضي الله تعاليٰ عنها ، حضرت سلمان فارسي رضي الله تعاليٰ عنہ، واثلہ رضي الله تعاليٰ عنہ جو ذڪر موجود آهي.

جڏهن مڪي جي فتح بعد نجران جا عيسائي رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ مباحثي لاءِ آيا ۽ دليلن تي راضي نہ ٿيا تہ مباهلي جي آيت نازل ٿي "فَمَنْ حَآجَّكَ فِيْهِ مِنْۢ بَعْدِ مَا جَآءَكَ مِنَ الْعِلْمِ فَقُلْ تَعَالَوْا نَدْعُ اَبْنَآءَنَا وَاَبْنَآءَكُمْ وَنِسَآءَنَا وَنِسَآءَكُمْ وَاَنْفُسَنَا وَاَنْفُسَكُمْ ثُمَّ نَبْتَهِلْ فَنَجْعَلْ لَّعْنَتَ اللّٰهِ عَلَى الْكٰذِبِيْنَ﴿٦١﴾ " (سورت آل عمران) يعني "هن کان بعد جو تو وٽ علم اچي ويو آهي جيڪو توسان عيسيٰ جي باري ۾ جهيڙو ڪري تہ چئو تہ اچو ميدان ۾ نڪرون اسان پنهنجن پٽن کي ۽ توهان پنهنجن پٽن کي، اسان پنهنجن عورتن کي ۽ توهان پنهنجن عورتن کي، ۽ اسان پنهنجن جانين کي ۽ توهان پنهنجن جانين کي سڏيون، پوءِ دعا گهرون ۽ ڪوڙن تي الله جي لعنت وجهون (٦١)" ۽ ٻئي ڏهاڙي تي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مباهلي لاءِ ان شان سان وارد ٿيا جو ساڻن "ابنائنا" (حسنين ڪريمين عليهم السلام) "ونساءَنا" (سانئڻ فاطمۃ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها) ۽ "انفسنا" (حضرت علي ڪرم الله وجهہ) گڏ هئا.

رسول ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجن پيارن جي باري ۾ وصيت ڪندي فرمائي ٿو تہ: "اِنَّمَا فَاطِمَةُ بَضْعَةٌ مِنِّی يَآذِينِی مَا آذَاهَا" يعني "فاطمہ منهنجي جگر جو ٽڪرو آهي، جنهن ان کي اذيت ڏني ان مونکي اذيت ڏني." هيءَ ئي اها سڀوري عورت آهي، جنهن کي جنت جي عورتن جو سردار مقرر ڪيو ويو آهي. حضرت علي ڪرم الله وجهہ جي باري ۾ فرمايل آهي تہ: "اَنَا مَدِينَةُ العِلمِ وَعَلِی بَابُها". حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام جي شان مبارڪ جي

باري ۾ سيني وٺ مجيل روايتون انيڪ آهن. حسنين ڪريمين عليهم السلام جي ڪردار جي سيني ڪي خبر آهي. انهن بابت جنت جي نوجوانن جي سردار هجڻ جي پيشنگوئي ڪئي وئي آهي. عام معروف روايت آهي ته امام حسن عليه السلام جڏهن بالڪپڻي ۾ بي سمجهيءَ ۾ صدقي ۾ مليل ڪتل جي ڳڙي وات ۾ وڌي هئي ته پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم آگر وجهي سندس وات مان اهو چوندي ڪتل جي ڳڙي ڪڍي هئي ته "اِنَّمَا هِيَ اَوسَاخُ النَّاس" يعني "اها ماڻهن جي (مال جي) مر آهي". انهن چئن هستين جا مناقبا يعني سندن بلند شان ظاهر ڪندڙ روايتون ايتريون ته سگهاريون هجن, جو انهن جي باري ۾ هزارين ڪتاب لکيا ويا هجن, مون جهڙو ماڻهو انهن ڪي لفظن جي جيڪا به پيٽا ڏيندو, اها يوسف جي خريدارن ۾ شامل پوڙهيءَ جي ڍيريءَ جيتري به حيثيت ڪانه رکندي.

هتي جيڪي به آيتون ۽ حديثون بيان ڪيون ويون آهن, اهي سمورن مسلمانن جون مجيل آهن ۽ اهل سنت والجماعت جي عقيدي مطابق آهن. جن مان ذوالقربيٰ جي خاص الخاص گروه جي وضاحت ٿئي ٿي. انهن سان ۽ انهن مان قيامت تائين پيدا ٿيندڙ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي ذريت سان مؤدت (محبت) رکڻ جو خصوصي حڪم هن آيت سڳوريءَ ۾ ڏنل آهي. چوته سادات ڪرام هر صورت ۾ قربيٰ جي معنيٰ ۾ داخل آهن, چوته عربن مان به آهن ته قريشن مان به آهن. هاشمين مان به آهن ته مُطلب پوٽن مان به آهن ۽ زڪوات به مٿن حرام آهي. هنن چئني سڳورن, حضرت علي ۽ بيبي فاطمه ۽ امام حسن ۽ امام حسين عليهم السلام جي اولاد مان به آهن.

هي هڪ لحاظ وارو رستو آهي, جيڪو رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم سان محبت جي دعوا رکڻ وارن تي اڄ جي دور ۾ عترتِ رسول ۽ ذريتِ رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم سان محبت رکڻ

جي حوالي سان لازم ٿئي ٿو. خاص طور تي انهن ماڻهن کي اها ڳالهه سمجهه ۾ اچڻ گهرجي، جيڪي پنهنجي گهراڻي ۾ ابن ڏاڏن جي پورهئي ۾ عبادت جي نسبت سان معزز ۾ معتبر بڻيل آهن ۾ پنهنجي اولاد لاءِ به اهڙي عزت ۾ لحاظ جي خواهش ڪن ٿا.

پريان سندي پار جي، مڙئي مٺائي،
ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.
(شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح)

الله تعاليٰ قيامت تائين ايندڙن کي انهن بزرگوار هستين جي اولاد ۾ پيدا ٿيندڙن سان مؤدت رکڻ جي توفيق عطا فرمائي ۾ انهن جي عالمن ۾ باعمل ماڻهن جي عملن تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

مانواري سائين منور ٻُٽ صاحب پاڻ ڪريمن صلي الله عليه وآله وسلم جي سيرت ۾ اهلبيت ڪرام جي حوالي سان ڪافي ڪتاب ترجمو ڪري ڇپرايا آهن. سندس حڪم تي ”مودت القربيٰ“ جي سري هيٺ آيل اهلبيت اطهار جي باري ۾ اهل سنت جي مشهور ڪتابن ۾ پڙهيل مختلف مواد کي هتي مختصر طور تي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. اميد ته ان ۾ اجماع اهل سنت کان انحراف نظر نه ايندو.

قاضي مقصود احمد
مٽياري
16 جنوري 2022ع

## اردو مترجم جو ديباچو

بي حساب ۽ بيشمار حمد ۽ ثنا الله تعالىٰ کي سونهن ٿا جنهن محمد ۽ آلِ محمد صلوات الله عليهم جي وجودن کي مڙني جهانن ۽ بني آدم جي پيدائش جو سبب بڻايو. انهن معصوم حضرات جي محبت ۽ مودت کي دين ۽ ايمان جي علامت ۽ انهن جي بغض ۽ دشمني کي منافقت ۽ ڏڦيڙ قرار ڏنو. لکين ڪروڙين درود ان پيغمبر مڪي، مدني، قريشي، هاشمي جي برڪت واري ذات تي جيڪي خاتم المرسلين، رحمت اللعالمين ۽ شفيع المذنبين آهن. انهن جي عترت طاهره ۽ پاڪ ذريت صلوات السلام عليهم تي درود جيڪي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ سڀني مخلوقن کان پلا ۽ افضل ۽ الله جي سموري مخلوق کي الله جي واٽ ڏيکارڻ وارا آهن؛ ۽ قيامت تائين دنيا ۽ دنيا وارن جي قيام جو سبب آهن. جن جي باري ۾ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ منهنجي اهلبيت جو مثال نوح عليہ السلام جي ٻيڙيءَ وانگر آهي، جيڪو ان ۾ سوار ٿيو اهو طوفان ۾ غرق ٿيڻ کان بچي ويو ۽ جنهن ان کان منهن موڙيو اهو غرق ٿي هلاڪ ٿيو. ان کان علاوه، جن حضرات جي محبت ۽ اطاعت الله ۽ الله جي رسول ﷺ جي محبت ۽ اطاعت آهي ۽ جن جي دشمني ۽ مخالفت الله ۽ الله جي رسول ﷺ جي دشمني ۽ مخالفت آهي، تنهن ڪري الله عليم ۽ حڪيم سورت شوريٰ جي 23 آيت ۾ پنهنجي حبيب صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي مخاطب ٿي فرمايو "قُل لَّآ اَسۡـَٔلُكُمۡ عَلَيۡهِ اَجۡرًا اِلَّا الۡمَوَدَّةَ فِى الۡقُرۡبٰى" معنيٰ: اي پيغمبر! ڪين چئو تہ مان توهان کان پيغام پهچائڻ تي ڪوبہ اجورو نٿو گهران مگر پنهنجن ويجهڙن مائٽن جي محبت.

هن آيت مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ويجهڙن مائٽن سان محبت ڪرڻ پوري امت تي واجب ڪيو ويو آهي ۽ قيامت جي ڏينهن ان جي باري ۾ ضرور سوال ڪيو ويندو. مختصر طور

تي ان جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو تہ جيئن حق جي طالب تي حق ظاهر ۽ پڌرو ٿي وڃي. صحيح بخاري، صحيح مسلم، مسند احمد بن حنبل ۽ ڪشاف ۾ هن آيت جي شانِ نزول کي بيان ڪيو ويو آهي. ان مان هتي ڪشاف جي اصل عبارت ۽ ان جو ترجمو پيش ڪجي ٿو: ”ان الانصار قالوا فعلنا ...... وقالوا اموالنا وما في ايدينا لله ولرسوله فنزلت الآيت“ يعني، روايت آهي تہ هڪڙي ڏينهن انصارن فخر ڪندي ڳالهہ ڪئي تہ اسان فلاڻو ڪم ڪيو ۽ فلاڻو فلاڻو ڪم ڪيو. مطلب تہ ان بيان مان انهن جو مقصد اهو هو تہ اسان اسلام تي فلاڻو فلاڻو احسان ڪيو آهي ۽ الله جي رسول سان اسان فلاڻيون فلاڻيون چڱايون ڪيون آهن. جيڪي اڄ تائين ڪنهن بہ مسلمان کان ٿي نہ سگهيون آهن. انهيءَ ڪري اسان انصارن کي سڀني مسلمانن تي فضيلت آهي. انهن جي اها تقرير ٻڌي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي چاچي حضرت عباس رضي الله عنہ ۽ ٻي روايت ۾ آهي تہ ان جي پٽ عبدالله رضي الله عنہ انهن کي مخاطب ٿي چيو. اي انصارن جي جماعت! اسان کي ئي توهان تي فضيلت آهي. جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اها خبر پئي تہ انهن جي ڪچهريءَ ۾ تشريف ڪڻي آيا ۽ انهن کي مخاطب ٿي ارشاد فرمايو: اي انصارن جي جماعت! ڇا توهان ذليل ۽ خوار ڪونہ هيا جڏهن تہ الله تعالىٰ منهنجي ڪري توهان کي عزت بخشي. انصارن عرض ڪيو، يارسول الله! هائو ائين ئي آهي. پوءِ ارشاد فرمايائون: اي انصارو! ڇا توهان گمراهہ نہ هيا ۽ الله تعالىٰ منهنجي برڪت سان توهان کي سڌي واٽ ڏانهن هدايت ڪئي. انهن عرض ڪيو، هائو يارسول الله! ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: ڇا توهان منهنجي انهن احسانن کي نٿا مڃو؟ انهن عرض ڪيو يارسول الله! اسان ڇا ٿا چئون؟ (جيڪو احسان نہ مڃڻ جي برابر آهي). پاڻ سڳورن فرمايو: توهان منهنجي باري ۾ اهو نٿا چئو تہ تنهنجي قوم توکي وطن مان ڪڍيو ۽ اسان توکي پناهہ ڏني. تنهنجي قوم توکي ڪوڙو چيو ۽ اسان توکي سچو قرار ڏنو. تنهنجي قوم تنهنجي مدد کان هٿ ڪڻي وئي ۽ اسان تنهنجي مدد ڪئي. راوي جو بيان آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تقرير جاري رهي

ايستائين جو انصاري پلٽي هٽي ويهي رهيا ۽ بهانو ڪرڻ لڳا ۽ عرض ڪيو اسان جو مال ملڪيت ۽ اسان جي هر شي الله ۽ الله جي رسول ﷺ جي لاءِ حاضر آهي. ان وقت هي آيت نازل ٿي. "قُل لَّآ أَسۡـَٔلُكُمۡ عَلَيۡهِ أَجۡرًا إِلَّا ٱلۡمَوَدَّةَ فِي ٱلۡقُرۡبَىٰ" معنيٰ: اي پيغمبر! ڪين چئو تہ مان توهان ڪان پيغام پهچائڻ تي ڪوبہ اجورو نٿو گهران مگر پنهنجن ويجهڙن مائٽن جي محبت.

صحيح بخاري، صحيح مسلم ۽ مسند احمد بن حنبل ۽ تفسير ثعلبي ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي روايت آهي تہ جڏهن هي آيت نازل ٿي تہ اصحابن عرض ڪيو: "يارسول الله! من قرابتڪ الذين وجبت علينا مودتهم قال علي فاطمہ وابناهما" يعني، توهان جا اهي ويجهڙا مائٽ ڪير آهن جن جي محبت اسان تي واجب ڪئي وئي آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو علي، فاطمہ ۽ انهن جا پٽ يعني حَسن ۽ حُسين عليهم السلام آهن.

تفسير ڪشاف ۾ هيئن لکيل آهي: جڏهن هي آيت نازل ٿي تہ اصحابن عرض ڪيو يارسول الله! توهان جا اهي ويجهڙا مائٽ ڪير آهن جن جي محبت اسان تي واجب ڪئي وئي آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو اهي علي، فاطمہ ۽ انهن جا پٽ آهن.

ان ڪان علاوه، ان ئي تفسير ۾ روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ ان شخص لاءِ بهشت حرام ڪيو ويو آهي جيڪو منهنجي اهلبيت تي ظلم ڪري ۽ منهنجي اولاد جي حوالي سان مون کي اذيت ڏئي. جيڪو بہ عبدالمطلب جي اولاد مان ڪنهن سان چڱائي سان پيش ايندو ۽ اهو چڱائي ڪرڻ واري سان ان جي عيوض ڪا چڱائي ڪري نہ سگهيو تہ قيامت جي ڏينهن جڏهن اهو چڱائي ڪرڻ وارو شخص مون سان ملاقات ڪندو تہ مان پاڻ ان جي چڱائي جو بدلو ڏيندس.

ان ڪان علاوه، ان ڪتاب ۾ روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جيڪو بہ آلِ محمد ﷺ جي دوستي تي مرندو اهو شهيد جو موت مرندو، جيڪو آلِ محمد ﷺ جي دوستي تي مرندو

اهو رحمت هيٺ بخش ڪيل مرندو. جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي مرندو اهو پنهنجي گناهن کان توبهہ ڪري مرندو. جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي مرندو اهو مومن ڪامل ايمان تي مرندو. جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي مرندو ان کي مرڻ وقت ملڪ الموت پهريان بهشت جي خوشخبري ڏيندو ۽ پوءِ منڪر نڪير قبر ۾ اچي جنت جي خوشخبري ٻڌائيندا. جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي مرندو اهو ائين خوشيءَ مان جنت ڏانهن ويندو جيئن ڪنوار پنهنجي مڙس جي گهر ڏانهن ويندي آهي. جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي مرندو ان جي قبر ۾ جنت جي طرف ٻہ دروازا کوليا ويندا. جيڪو آلِ محمد ﷺ جي محبت تي مرندو اهو رسول الله ﷺ جي سنت ۽ اسلام جي جماعت تي مرندو. جيڪو آلِ محمد ﷺ جي دشمني تي مرندو اهو قيامت جي ڏينهن محشر جي ميدان ۾ اهڙي حالت ۾ ايندو جو ان جي ٻنهي اکين جي وچ ۾ لکيل هوندو: هي شخص الله جي رحمت کان محروم ۽ نااميد آهي. جيڪو آلِ محمد ﷺ جي دشمني تي مرندو اهو ڪفر جي حالت ۾ مرندو. جيڪو آلِ محمد ﷺ جي دشمني تي مرندو اهو جنت جي بوءِ بہ سنگهي نہ سگهندو.

ثعلبي پنهنجي تفسير ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت ڪئي آهي تہ سورت شوريٰ جي ان ئي آيت ۾ "وَمَنْ يَّقْتَرِفْ حَسَنَةً نَّزِدْ لَهٗ فِيْهَا حُسْنًا" معنيٰ: ۽ جيڪو نيڪي ڪمائيندو تہ اسان ان لاءِ ان ۾ چڱائي وڌائينداسين. ۾ "حسنا (نيڪي)" مان مراد آلِ محمد ﷺ جي دوستي آهي. يعني جيڪو هڪڙي اهڙي نيڪي ڪري اسان ان جي اهڙي نيڪي ۾ نيڪيون وڌائي ڇڏيندا آهيون.

ڏاهن ۽ سمجهدار ماڻهن تي اها ڳالهہ لڪل ڪونهي تہ محبت ڪرڻ وارو پنهنجي محبت جي دعويٰ ۾ تڏهن سچو ٿي سگهي ٿو جڏهن اهو هر ڳالهہ ۾ پنهنجي محبوب جو خيال رکي ۽ ڪڏهن بہ ان جي پيروي جي ڏور کي پنهنجي ڳچيءَ مان نہ ڪڍي ۽ هر معاملي ۾ ان جي راضپي کي اوليت ڏئي. باقي ائين نہ تہ هر وقت دوستيءَ جي لباڙ تہ هڻندو رهي پر ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ ان جي پيروي نہ ڪري يا خيال نہ رکي ۽ پنهنجي قول ۽

فعل ۾ ڪڏهن بہ محبوب جي قول ۽ فعل جو پابند نہ هجي، اهڙو شخص محبت جي دعوي ۾ ڪوڙو آهي.

مطلب تہ زباني دعوي بيڪار آهي. محبت جي ثبوت لاءِ محبوب جي پيروي ۽ اطاعت ضروري آهي. تنهنڪري ثعلبي جي هي عبارت هن تي دليل آهي: دوستيءَ جو واجب هجڻ اطاعت ۽ فرمانبرداري کي لازمي ڪري ٿو. پوءِ جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ويجهڙن مائٽن يعني، علي عليہ السلام، فاطمہ سلام الله عليها، حسنين عليهم السلام جي دوستي ۽ محبت امتِ محمدي تي واجب ڪئي وئي آهي تہ انهن هستين جي پيروي ۽ تابعداري بہ پوري امت تي واجب ۽ لازم آهي.

هاڻي رهي اها ڳالهہ تہ ان دوستيءَ جي باري ۾ قيامت جي ڏينهن سوال ڪيو ويندو تہ اها ڳالهہ روشن ڏينهن وانگر چِٽي آهي تہ جيڪي ڳالهيون شريعت ۾ واجب آهن انهن جي باري ۾ قيامت جي ڏينهن ضرور سوال ٿيندو. جيئن نماز ۽ روزو وغيره لاءِ پڇاڻو ٿيندو. جيئن تہ اطاعتِ آلِ محمد ﷺ بہ واجب آهي بلڪ واجب ڳالهين مان افضل آهي، انهيءَ ڪري ان جي باري ۾ لازمي ۽ ضرور پڇاڻو ٿيندو. تنهنڪري سورت صٰفٰت جي آيت "وَقِفُوْهُمْ اِنَّهُمْ مَّسْـُٔوْلُوْنَ ﴿٢٤﴾" جي تفسير ۾ ابن حجر پنهنجي ڪتاب صواعق محرقہ ۾ ۽ ٻين اهلسنت عالمن پنهنجن ڪتابن ۾ نقل ڪيو آهي تہ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما ۽ ابوسعيد خدري رضي الله عنہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان روايت ڪيو آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: ماڻهن کان اهو سوال قيامت جي ڏينهن علي بن ابوطالب (عليہ السلام) جي ولايت ۽ امامت جي باري ۾ پڇيو ويندو.

واحدي بيان ڪيو آهي تہ قيامت جي ڏينهن ماڻهن کان علي عليہ السلام ۽ اهلبيت عليهم السلام جي ولايت جي باري ۾ پڇاڻو ٿيندو. انهيءَ ڪري جو الله تعاليٰ پنهنجي نبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي حڪم ڏنو هو تہ خلقِ خدا کي جتائي ڇڏي تہ مان رسالت جي تبليغ جو اجورو ان کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نٿو گهران تہ توهان منهنجي ويجهڙن مائٽن سان دوستي رکجو. هن آيت جو مطلب هي آهي تہ انهن کان سوال

ڪيو ويندو تہ توهان انهن سان دوستي رکي جهڙو دوستيءَ جو حق هو ۽ جهڙي طرح حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي ان ڳالھ جي وصيت ڪئي هئي. يا ان دوستيءَ کي ضايع ڪيائون ۽ بلڪل ختم ڪري ڇڏيو. ان حالت ۾ انهن کان مطالبو ٿيندو ۽ اهي ڇوٽڪاري يا عذاب جا حقدار ٿيندا.

صواعق محرقہ ۾ لکيل آهي تہ صحيح روايت ۾ آيو آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان توهان ۾ بہ شيون ڇڏي وڃان ٿو جيڪڏهن توهان انهن ٻنهي جي پيروي ڪندا تہ ڪڏهن بہ گمراھ نہ ٿيندا, اهي الله جو ڪتاب ۽ منهنجا اهلبيت آهن.

طبراني ان ۾ هن عبارت جو اضافو ڪيو آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مون انهن لاءِ الله تعاليٰ کان هن ڳالھ جي درخواست ڪئي آهي. توهان انهن ٻنهي کان اڳ ڪڍڻ جي ڪوشش نہ ڪجو. ٻي روايت ۾ آهي تہ انهن جي باري ۾ گهٽتائي نہ ڪجو. جيڪڏهن ائين ڪندا تہ گمراھ ٿي ويندا. انهن کي سيکارڻ جي ڪوشش نہ ڪجو ڇوتہ اهي توهان کان هر ڳالھ جو وڌيڪ عِلم رکن ٿا.

صواعق محرقہ جي ليکڪ مسند احمد بن حنبل مان نقل ڪيو آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مون کي جلد الله جو سڏ ٿيندو. مان توهان ۾ بہ قيمتي شيون ڇڏي وڃان ٿو. هڪڙو الله جو ڪتاب يعني قرآن شريف جيڪو هڪڙو رسو آهي جيڪو آسمان کان زمين تائين لڙڪيل آهي. ٻيو منهنجي عترت ۽ اهلبيت. الله لطيف ۽ ڪريم مون کي خبر ڏني آهي تہ اهي ٻئي هڪڙي گهڙي بہ هڪٻئي کان جدا نہ ٿيندا, ايستائين جو مون سان حوض ڪوثر تي اچي ملندا. ڏسجو تہ مون کان پوءِ توهان انهن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو ٿا.

طبراني, ابن الشيخ کان نقل ڪيو آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ جون ٽي حرمتون آهن, جيڪو بہ انهن جي حفاظت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان جي دين ۽ دنيا جي حفاظت ڪندو; ۽ جيڪو بہ حفاظت نہ ڪندو تہ الله تعاليٰ نہ ان جي دنيا جي حفاظت ڪندو ۽ نہ ان جي آخرت جي حفاظت ڪندو. راوي جو بيان آهي تہ مون

عرض ڪيو تہ اهي ڪهڙيون حرمتون آهن؟ پاڻ سڳورن فرمايو (1) اسلام جي حرمت (2) منهنجي حرمت (3) منهنجي ذوي الارحام يعني منهنجي اولاد جي حرمت.

ان کان پوءِ حقير ٻانهو سيد شريف حسين بن سيد امام علي اسماعيلي سبزواري محمد ۽ آلِ محمد عليهم السلام جي دوستن ۽ محبن جي خدمت ۾ عرض ڪري ٿو تہ قرآن شريف جي پڌري حڪم (نص قرآني) مطابق آلِ محمد عليهم السلام جي محبت پوري امت تي واجب ڪئي وئي آهي ۽ قيامت جي ڏينهن ان جي باري ۾ پڇاڻو ٿيندو ۽ ان جو حاصل ٿيڻ انهن هستين جي فضائل ۽ مراتب جي سڃاڻپ کان سواءِ مشڪل بلڪ ناممڪن آهي. انهن جي مرتبن ۽ فضائل جي سڃاڻپ صرف انهن حديثن تي ٻڌل آهي جيڪي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن جي باري ۾ ارشاد فرمايون آهن. عام ۽ خاص عالمن سڳورن ان مضمون جي حوالي سان الڳ الڳ ڪتاب سهيڙيا آهن. جيئن تہ حديث جا اڪثر ڪتاب اجا تائين عربي ٻوليءَ ۾ ئي آهن ۽ زماني جي ضرورتن دنيا وارن کي انهن کي سمجهڻ کان بلڪل پري رکي ڇڏيو آهي، انهيءَ ڪري مون ارادو ڪيو تہ عربي نہ ڄاڻڻ وارن پنهنجي مسلمان ڀائرن جي خدمت ڪيان ۽ پنهنجي گهٽ ڄاڻ جي باوجود ڪجھ ڪتاب عربي مان ترجمو ڪريان. جڏهن مان تفسير امام حسن عسڪري عليہ السلام جو عربي مان اردو ۾ ترجمو ڪري ان جي تصحيح ۽ تڪميل کان فارغ ٿيس تہ هڪڙي معزز ۽ مهربان جي حڪم جي پوئواري ڪندي جناب سيد علي بن شهاب الدين علوي همداني شافعي جي لاجواب ڪتاب "مودت القربيٰ في فضائل آلِ عبا" جو اردو ۾ ترجمو ڪرڻ جو ارادو ڪيو.

جيئن تہ اهلبيت عليهم السلام جي فضائل کي لکڻ، پڙهڻ، ٻڌڻ ۽ بيان ڪرڻ الله تعاليٰ جي ئي عبادت آهي ۽ ڇوٽڪاري جو ڪليل ذريعو آهي، انهيءَ ڪري مان هن ترجمي کي "زادالعقبيٰ ترجمہ مودت القربيٰ" جو نالو ڏيان ٿو ۽ اميد ڪيان ٿو تہ الله رحمان رحيم محمد ۽ آلِ محمد عليهم السلام جي واسطي هن معمولي هديي کي

قبول فرمائي ۽ حساب ڪتاب واري ڏينهن ڇوٽڪاري جو پروانو عطا ڪري. آمين ثم آمين.

## عربي ليکڪ جو مختصر احوال:

مولانا جامي ڪتاب "نفحات الانس" ۾ لکي ٿو ته سيد علي بن شهاب الدين بن محمد همداني قدس سره العزيز ظاهري ۽ باطني علمن جو مجموعو هيا. علم باطني ۾ ان جا لکيل ڪتاب مشهور ۽ معروف آهن. مثال طور، ڪتاب "اسرارالنقط" ۽ "شرح اسماء الله" ۽ "شرح فصوص الحڪم" ۽ "شرح قصيده حمزيہ و فارضيہ" وغيره. اهي شيخ شرف الدين محمود بن عبدالله مزدقاني جا مريد هيا، پر طريقت جي تعليم صاحب السربيين الاقطاب تقي الدين علي دوسي کان حاصل ڪئي هئائين. جڏهن شيخ علي دوسي هن دنيا مان موڪلائي ويا ته شيخ شرف الدين محمود مزدقاني ڏانهن موٽي آيو ۽ عرض ڪيائين ته ڪهڙو حڪم آهي. انهن ڪشف وارو توجهہ ڪرڻ کان پوءِ فرمايو حڪم اهو آهي ته تون دنيا جو سير ڪر. تنهن ڪري سيد علي همداني ٽي دفعا پوري دنيا جو سير ڪيو ۽ هڪ هزار چار سَوَ ولين جي صحبت جو شرف ماڻيائين. هڪڙي ڪچهري ۾ چار سو ولي الله جي صحبت جو شرف حاصل ڪيائين. ولايت ڪبر ۽ سواد جي ويجهو 786 هجري ۾ هن دنيا کان موڪلايائين ۽ سندن ميت کي اتان کڻي اچي ختلان ۾ دفنايو ويو.

# ليڪ جو تفصيلي احوال

نورالدين جعفر بدخشاني ڪتاب ”خلاصتہ المناقب“ ۾ سيد علي همداني شافعي جي هنن لفظن سان تعريف ڪئي آهي. ”در بيان بعضي از فضائل آل عروه و ثقيٰ شاهباز با پرواز از آسيان هما شاهسوار ميطان عروجي شمس سماء قدسي ڪيمياء وجود داناء مختار خيار حضرت الرحمان الشڪور الفخور بجناب الديان قرت عين محمد رسول الله ثمرت فواد المرتضيٰ و البتول المطلع علي حقائق الاحاديث والتفاسير المعن السرائر بالبصيره و التبصيرالمرشد للمطالبين في الطريق السبحاني الموصل للمتوجهين الي الجمال الرحماني العارف المعروف بالسيد علي الهمداني خصہ الله اللطيف بالطف الصمداني ورزقنا الاستناز الدائمہ من النور الحقاني.“

محمود بن سليمان ڪفوي ڪتاب ”اعلام الاخيار“ ۾ ”فقهاء مذهب النعمان المختار“ ۾ ان جي هيئن تعريف ڪئي آهي: ”لسان العصر سيدالوقت المنسلخ عن الهياڪل الناسوتيه المتوسل الي السبحات اللاهويته الشيخ العارف الرباني والعالم الصمداني مير سيد علي بن شهاب الدين بن محمد بن محمد الهمداني قدس الله سره.“

امجدالدين علي بن ظهيرالدين محمد بدخشاني ”جامع السلاسل“ ۾ طبقيہ همدانيہ جو ذڪر ڪيو آهي تہ اهو فرقو امير سيدعلي همداني ڏانهن منسوب آهي, جنهن جو لقب علي ثاني آهي. زماني جي مشائخن ان جي تعريف ۾ هي لفظ لکيا آهن: ”سلطان الاولياء برهان الاصفياء قدوت العارفين زبدت المحققين مستجمع الاسماء والصفات جامع جميع التجليات محي الشريعت

والطريقت والحقيقت ختم المتقدمين زبدت المتاخرين وارث الانبياء والمرسلين مرشدالاولياء اليٰ طريق الحق واليقين مرڪز دائرت الوجود الهادي الي المقصود قطب الاقطاب الڪامل المڪمل الصمداني علي ثاني امير ڪبير سيدعلي همداني.“ پاڻ همدانيه فرقي جي مشائخن جا اڳواڻ ۽ شيخ شرف الدين محمود مزدقاني جي حلقي جا اهم رڪن آهن.

ان يعني امجدالدين ٿي شاهه همدان جي ٻئي نمبر خليفي امير ملا جي احوال ۾ لکيو آهي ته امير ملا فرمايو ته مان عِلم حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ ڪامل مرشد جي ڳولا ۾ هيس. آخر ۾ مون کي خواب ۾ ڏيکاريو ويو ته فلاڻي وقت هڪڙو درويش ڪاري لباس ۾ ڪاري جهنڊي (عَلم) سان هن سرزمين تي فلاڻي ڳوٺ ۾ نازل ٿيندو. جڏهن اهو وقت آيو ته مون پنهنجي وڏي پاءُ کي ان ڳوٺ ڏانهن موڪليو. اهو شخص جيڪو مون کي خواب ۾ ڏيکاريو ويو هو قطب حقاني علي ثاني امير سيدعلي همداني هو. انهن مهرباني فرمائي هڪدم منهنجي ڀاءُ کي پنهنجو مريد ڪيو. جڏهن ڀاءُ مون کي اها خوشخبري ٻڌائي ته مان شاهه همدان جو حال ڏسڻ لاءِ مراقبو ڪيو. مون ڏٺو ته قيامت قائم آهي. نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم حوض ڪوثر تي بيٺا ماڻهن کي پاڻي پياري رهيا آهن. مون اڳتي وڌي پاڻي گهريو. حضور صلي الله عليه وآله وسلم اسدالله الغالب علي بن ابوطالب ڪرم الله وجه ڏانهن اشارو ڪيو. جڏهن مان حاضر ٿيس ته مون کي پڪ ٿي وئي ته جيئن ته شرعي حڪمن جا امير ڪبير به حضرت علي عليه السلام آهن، پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم جو اشارو حڪم آهي ته مان سندن مريد ٿيان. تنهن ڪري مان هڪدم ان نالي جي نسبت سان سيدعلي همداني جو مريد ٿي ويس ۽ ٻارنهن سال خدمت ۾ گذاريا. ان پوري عرصي ۾ مان سدائين درويشن جي لاءِ وٿ پچائڻ (استنجا) جي پٿرن کي هٿن

سان صاف ۽ سڌو ڪري رکندو هيس ۽ مون جيڪو ڪجهہ حاصل ڪيو ان خدمت سان مليو.

سيدشهاب الدين احمد "توضيع الدلائل" ۾ ڄاڻايو آهي تہ عبدالله رضي الله عنہ بن سلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ "من عنده علم الڪتاب" مان مراد حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام آهي. ان روايت کي شيخ امام العارف الرباني سيدشرف الدين علي همداني بہ پنهنجي ڪتاب ۾ ثعلبي جي حوالي سان نقل ڪيو آهي.

حسين بن معين الدين سيبندي "فواتح" ۾ ان کي حضرت سلطان المحققين علي الثاني امير سيدعلي همداني لکيو آهي.

شيخ احمد قشاشي جيڪو شاهہ ولي الله محدث دهلوي جي مشائخ مان آهي (ڏسو رسالو اصول الحديث از شاهہ عبدالعزيز دهلوي)، "سمط مجيد" ۾ ان کي سيدعلي همداني المواحد الفرواني ۽ شيخ الشيوخ سيدعلي همداني لکيو آهي.

سيد علي صاحب "اوراد فتحيہ" گڏ ڪيا. شاهہ ولي الله محدث دهلوي "رسالہ في سلاسل اولياء الله" ۾ ان جي باري ۾ لکيو آهي تہ جيڪو ان کي پڙهي اهو هڪ هزار ۽ چار سو ولين جي ولايت مان حصو وٺندو. انهن وظيفن (اوراد) جي باري ۾ لکيل آهي تہ حضرت علي همداني پنهنجي عمر ۾ پوري دنيا جو ٽي ڀيرا سير ڪيو ۽ هڪ هزار چار سو ولين جي صحبت حاصل ڪئي، جن مان چئن سون کي سلطان محمد خدابنده (جيڪو شيعو ٿي ويو هو) جي مجلس ۾ ڏٺو ۽ هر ولي کان موڪلائڻ وقت هڪڙي دعا ورتي ۽ انهن کي گڏ ڪيو. ان جو بيان آهي تہ جڏهن مان ٻارهون دفعو خانہ ڪعبہ جي زيارت لاءِ ويس ۽ مسجد اقصيٰ ۾ پهتس تہ مون خواب ۾ ڏٺو تہ نالي وارا نبي سڳورا ان درويش ڏانهن اچي رهيا آهن. مان اٿيس، اڳتي وڌيس ۽ سلام ڪيو. انهن بغل مان هڪڙو ڪتاب ڪڍي فرمايو "خذ هاذا الفتحيہ" يعني هي فتحيہ وٺ. جڏهن مون ورتو ۽

ڏنو تہ اهي ئي وظيفا (اوراد) هيا. انهن جي خاص نماز جو طريقو هي لکيل آهي تہ اڌ رات جو اٿي تازو وضو ڪري ۽ ٻہ رڪعتون نفل ادا ڪري ۽ هر رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ 15 ڀيرا قل هوالله پڙهي ۽ سلام کان پوءِ هڪ هزار ڀيرا بسم الله الرحمان الرحيم ۽ ان کان پوءِ هڪ هزار ڀيرا "يا خفي الالطاف ادرڪني بلطفڪ الخفي" پڙهي ۽ ان کان پوءِ هڪ هزار هڪ ڀيرو "يابدّوح" پڙهي. مٿو مونن ۾ هڻي مراقبو ڪري ۽ ڏسي تہ عالم غيب مان ڪهڙو مشاهدو ڪري ٿو. فارغ ٿيڻ کان پوءِ امير سيد علي همداني کي ثواب پهچائڻ لاءِ ٻہ رڪعتون نفل پڙهي.

صاحبِ جامع سلاسل لکيو آهي تہ جڏهن سيدعلي همداني ولايت ڪبروسواد ۾ وفات ڪئي تہ وصيت ڪئي تہ جيستائين منهنجو پٽ نورالدين جعفر نہ اچي منهنجو جنازو نہ کنيو وڃي. امير جعفر ان وقت روستاس ۾ هيو جيڪو بدخشان ۾ هڪڙو ڳوٺ آهي. خليفن چيو تہ اهو مشڪل آهي تہ امير جعفر اچي، انهيءَ ڪري جنازو کڻڻ گهرجي. خليفن گهڻي ئي ڪوشش ڪئي پر ڏولي کڄي نہ سگهي. ٽي دفعا کڻڻ لاءِ اهڙي ڪوشش ڪيائون، پر جڏهن ڪامياب نہ ٿيا تہ ڏولي کي هڪڙي پاسي تي رکي ويهي رهيا. اوچتو غيب مان آواز آيو تہ کڻو. جڏهن ڏوليءَ کي هٿ لڳايائون تہ هن دفعي ٿورو زور لڳائڻ سان ڏولي کڄي وئي. جڏهن امير جعفر جي خليفن سان ملاقات ٿي تہ انهن ان کي ملامت ڪئي تہ اسان تہ پير جي خدمت ۾ رهياسين پر توهان ان فيض کان محروم رهيا. ان انهن کي جواب ڏنو تہ توهان تہ ڏولي ٻہ کڻي ڪونہ سگهيا. مان ئي هيس جنهن آواز ڏنو تہ کڻو ۽ پوءِ مان ئي ختلان کڻي ويس. ان ئي ڪتاب ۾ آهي تہ مخدوم شيخ حاجي محمد خبوشاني فرمايو تہ حضرت شاھ همدان کي 32 ولين جي خلافت جو خرقو حاصل ٿيل هو جن مان هڪڙو شيخ سعيد حبشي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو اصحابي هو ۽ مير ملا "خلاصت المناقب" ۾ لکيو آهي تہ شاھ همداني

شيخ سعيد حبشي جي خدمت ۾ فائز ٿيو هو. انهن جو چوڻ هو تہ شيخ سعيد هر وقت ٻي صورت ۾ ڏٺو ويندو آهي. جيڪڏهن خادم هڪڙي ڏينهن گهڻا ڀيرا ويندو هو تہ هر دفعي شيخ کي ٻي صورت ۾ ڏسندو هو. حضرت سيدعلي همداني فرمايو آهي تہ مون شيخ سعيد کان ٻڌو تہ جڏهن حضرت آمنہ رضي الله عنها جي رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بابي حضرت عبدالله رضي الله عنہ سان شادي ٿي تہ مان حاضر هيس. جڏهن شيخ جي مجلس مان ٻاهر آيس تہ ان ولايت جي اڪابر کان پڇيو تہ شيخ سعيد جي ڪيتري عمر آهي. انهن چيو تہ اسان پنهنجن ابن ڏاڏن کان ٻڌو آهي تہ شيخ سعيد حبشي جي عمر گهڻي وڏي آهي پر خبر ڪونهي تہ ڪيترن سالن جو آهي. ماڻهن شاهہ همداني صاحب جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حساب لڳايو تہ حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دنيا ۾ اچڻ (جنم) کان هن وقت تائين ڪيترا سال ٿين ٿا. ٿورڙي غور کان پوءِ انهن فرمايو تہ 830 سال ٿين ٿا. شيخ سعيد جي زبان حال مان هي شعر نڪتل آهي:

من بقا دارم بقا دارم بقا
چونڪہ دارم اين بقاها از لقا

اردو ترجمي جي زادالعقبيٰ جي پهرين ڇاپي ۾ ڪتاب جي ليکڪ سيدعلي همداني شافعي جزاء الله خير جو گهڻو مختصر احوال شامل هو. جيئن تہ ڪتاب جي اهميت ان جي ليکڪ ۽ سهيڙيندڙ جي اهميت جي تابع هوندي آهي، انهيءَ ڪري مون شاهہ همدان جي سنڌين ۽ خوبين کي اهل سنت حضرات جي ڪتابن مان لکي اچا وڏيڪ پڌرو ڪري ڇڏيو آهي تہ جيئن پڙهندڙ ۽ ٻڌڻ وارن ماڻهن کي معلوم ٿي وڃي تہ لکيل ڪتاب ڪا معمولي عبارت ڪونهي جنهن جي ڳالهہ کي آساني سان رد ڪري سگهجي ۽ جنهن جي روايت کي ضعيف چئي ٽاري ڇڏجي. بلڪ مانوارو

ليڪ ظاهري ۽ باطني عِلمن جي ڪاڻ ۽ اهلسنت اڪابرن جي مجتا مطابق تفسيرن ۽ حديثن جي حقيقت کان خبروار آهي. ان کان علاوه، پاڻ گرمين سردين جي موسمن ۾ پوري دنيا جو ڪيترائي ڀيرا سير ڪري چڪا آهن. هڪ هزار ڪامل ولين جي سينن مان فيض حاصل ڪيل، صوفين جي نظر ۾ رسول اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اصحابي شيخ سعيد حبشي جا سڏوسنئون خليفا، اهلسنت جا امام زمان، همدانيہ فرقي جا شيخ المشائخ، حقيقي اهلسنت والجماعت ۽ صوفي طريقت وارا آهن. هاڻي جيڪڏهن اهڙي بزرگ جو ڪتاب بہ قابل اعتبار نہ هجي تہ پوءِ ٻئي ڪنهن جو هوندو. انهيءَ ڪري مسلمانن کي گهرجي تہ انهن مقدس ملفوظات مان فيض حاصل ڪن.

مرزا احمد علي امرتسري عفي عنہ

# ليکڪ جو ديباچو

”الحمدلله علي ما انعمي اولي النعم .......... ينقل بحق محمد و من تبعه من اصحاب الدول“ يعني مان الله جي نالي سان شروع ڪريان ٿو جيڪو نهايت رحم وارو ۽ گهڻو مهربان آهي. سمورو حمد ۽ ثنا خاص الله کي ئي سونهن ٿا, جنهن مون کي مڙني نعمتن کان پَلي نعمت عطا ڪئي ۽ پنهنجي حبيب صلي الله عليہ وآلہ وسلم جيڪي مڙني فضيلتن ۽ ڪرامتن جي کاڻ آهن ۽ جنهن کي الله تعاليٰ سڀني امتن ڏانهن رسول ڪري موڪليو. محمد امي عربي صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي محبت منهنجي دل ۾ وجهي ڇڏي.

ان کان پوءِ الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي ”قُل لَّآ اَسۡـَٔلُكُمۡ عَلَيۡهِ اَجۡرًا اِلَّا الۡمَوَدَّةَ فِى الۡقُرۡبٰى“ معنيٰ: اي پيغمبر! کين چئو تہ مان توهان کان پيغام پهچائڻ تي ڪوبہ اجورو نٿو گهران مگر پنهنجن ويجهڙن مائٽن جي محبت, ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو آهي: اي پائرو! توهان الله کي دوست رکو. انهيءَ ڪري جو ان پنهنجون نعمتون توهان کي عطا ڪيون ۽ الله جي محبت لاءِ مون سان محبت رکو ۽ منهنجي محبت ڪري منهنجي اهلبيت کي دوست رکو. ائين آلِ نبي ﷺ جي دوستي جي باري ۾ سوال ڪيو ويو آهي ۽ ان جو اسان کان مطالبو ڪيو ويو آهي. تنهن ڪري الله تعاليٰ پنهنجي حبيب عربي صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي حڪم ڏنو آهي تہ پنهنجي امت کان پنهنجن ويجهڙن مائٽن (ذوي القربيٰ) جي دوستي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ گهري ۽ اها دوستي محبت ڪرڻ وارن جي لاءِ آخرت جي ڇوٽڪاري جو سبب ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ انهن جي آل پاڪ عليهم السلام سان ملڻ جو ذريعو آهي.

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمان آهي تہ جيڪو بہ جنهن قوم کي دوست رکي ٿو اهو قيامت جي ڏينهن انهن جي ٽولي سان گڏ

اٿندو. ان کان علاوه, ارشاد آهي تہ انسان ان شخص سان گڏ هوندو آهي جنهن کي اهو دوست رکندو آهي. انهيءَ ڪري جيڪو بہ الله تعاليٰ تائين پهچڻ ۽ ان جي بارگاهہ ۾ مقبول ٿيڻ جو طالب هجي ان تي واجب آهي تہ الله جي رسول ﷺ سان محبت ڪري ۽ اهلبيت عليهم السلام جي دوستي اختيار ڪري. هي ڳالهہ يعني اهلبيت جي دوستي, حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي آل پاڪ جي فضائل جي سڃاڻپ کان سواءِ حاصل نٿي ٿي سگهي. اها ڳالهہ, يعني فضائل جي سڃاڻپ, حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي انهن حديثن کي ڄاڻڻ تي منحصر آهي جيڪي انهن هستين جي باري ۾ روايت ٿيون آهن. گهڻن ئي نيڪ ماڻهن تہ عالمن ۽ فقيهن جي فضيلتن ۾ گهڻيون ئي چاليهہ حديثون گڏ ڪيون آهن, جڏهن تہ اهلبيت عليهم السلام جي فضائل ۾ تمام گهٽ ڪتاب لکيا ويا آهن. انهيءَ ڪري هن گناهگار ۽ پانهي فقير سيدعلي بن شهاب الدين علوي همداني ارادو ڪيو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي قيمتي فرمانن ۽ ڳالهين مان جيڪي اهلبيت عليهم السلام جي شان ۾ موجود آهن, ڪجهہ حديثون هڪڙي ننڍڙي ڪتاب ۾ گڏ ڪيان ۽ قرآن شريف جي برڪت جي حصول لاءِ ان جو نالو "المودت في القربيٰ" رکيو. تنهن ڪري مون کي اميد آهي تہ الله تعاليٰ هن کي انهن هستين عليهم السلام سان منهنجي ملاقات ٿيڻ جو وسيلو بڻائيندو ۽ انهن جي ذريعي مون کي ڇوٽڪارو عطا ڪندو. مون هن ڪتاب کي چوڏهن مَوَدتن تي ورهايو آهي, الله تعاليٰ محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي واسطي ۽ انهن هستين جي واسطي جيڪي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جون اولين پيروڪار آهن, مون کي قول ۽ فعل ۾ ڦِڏائي ۽ کوٽ کان محفوظ رکي ۽ منهنجي قلم کي انهن ڳالهين جي لکڻ طرف نہ ڦيري جيڪي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم نہ فرمايون آهن.

## پهرين مودت

### اسان جي سردار ۽ پهتل چونڊيل آقا محمد مصطفيٰ ﷺ جي فضائل ۾

(1) مُطلب بن ابو وداعہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اي پائرو! مان محمد بن عبدالله بن عبدالمطلب آهيان. الله تعاليٰ مخلوقن کي پيدا ڪيو ۽ مون کي بهترين مخلوق (انسان) ۾ رکيو. پوءِ انهن کي قبيلن ۾ ورهايو ۽ مون کي سڀ کان بهترين قبيلي ۾ رکيو. پوءِ انهن کي خاندانن ۾ ورهايو ۽ مون کي سڀني کان بهترين خاندان ۾ رکيو. مطلب تہ مان خاندانن جي لحاظ کان توهان سڀني کان ڀَلو آهيان ۽ قبيلي جي لحاظ کان توهان سڀني کان ڀلو آهيان ۽ نسب جي حوالي سان توهان سڀني کان ڀَلو آهيان.

(2) ابوموسيٰ اشعري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان احمد آهيان ۽ مان محمد آهيان ۽ مان حاشر آهيان, پنهنجي امت جي ماڻهن کي پنهنجي پنيان گڏ ڪرڻ وارو آهيان. مان عاقب يعني سڀني پيغمبرن کان بعد اچڻ وارو آهيان ۽ مان مقفي يعني دنيا ۾ سڀني پيغمبرن کان پنيان اچڻ وارو آهيان ۽ پيغمبر رحمت آهيان ۽ جهاد ڪرڻ وارو نبي آهيان.

(3) ابوطفيل عامر بن واثلہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان محمد آهيان ۽ مان احمد آهيان ۽ فاتح يعني فتحون ڪرڻ وارو آهيان ۽ خاتم يعني نبوت ختم ڪرڻ وارو آهيان ۽ ابوالقاسم ۽ حاشر ۽ عاقب ۽ طٰہٰ, طاهر, يٰس, ۽ ماحي يعني ڪفر ۽ ڪفر جي نيشانين کي مٽائڻ وارو آهيان.

(4) ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان الله جو رسول آهيان ۽ ان ۾ تر جيترو بہ

ڪوڙ ڪونهي. مان عبدالمطلب جو ٻچڙو آهيان. مان سڀني عربن کان وڌيڪ فصيح زبان آهيان. مان قريش قبيلي ۾ ڄائس ۽ بنوسعد قبيلي ۾ نيپاج ٿيو.

(5) واثلہ بن اسقع کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعالىٰ حضرت اسماعيل عليہ السلام جي اولاد مان بنوڪنانہ کي چونڊيو ۽ بنوڪنانہ مان قريش کي ۽ قريش مان بنوهاشم کي ۽ بنوهاشم مان مون کي چونڊيو. ٻي روايت آهي تہ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي اولاد مان حضرت اسماعيل عليہ السلام کي چونڊيو ۽ اسماعيل عليہ السلام جي اولاد مان ........ (آخر تائين ساڳيو).

(6) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان قيامت جي ڏينهن آدم عليہ السلام جي اولاد (بني آدم) جو سردار هوندس ۽ مان اهو شخص آهيان جنهن جي قبر سڀني کان اڳ ۾ کُلندي ۽ مان سڀني کان پهريان شفاعت ڪرڻ وارو آهيان ۽ سڀني کان اڳ ۾ منهنجي شفاعت قبول ٿيندي.

(7) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اسان دنيا ۾ سڀني پيغمبرن کان بعد اچڻ وارا آهيون ۽ قيامت جي ڏينهن سڀني کان پهريان هونداسين جو سڀني مخلوقن کان اڳ ۾ اسان جي حساب جو فيصلو ڪيو ويندو، يعني سڀني کان اڳ ۾ اسان جنت ۾ وينداسين.

(8) انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: قيامت جي ڏينهن منهنجا پيروڪار سڀني نبين جي پيروڪارن کان وڌيڪ هوندا. مان ئي سڀني کان اڳ ۾ جنت جي دروازي کي کڙڪائيندس ۽ دروازو کولڻ لاءِ چوندس. تڏهن جنت جو داروغو چوندو تہ تون ڪير آهين؟ مان جواب ڏيندس تہ مان محمد آهيان. تڏهن اهو چوندو تہ مون کي توهان جي ڪري ئي حڪم ڏنو ويو آهي تہ توهان کان اڳ ۾ ڪنهن جي لاءِ بہ جنت جو دروازو نہ کوليان.

(9) حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان آدم جي اولاد (بني آدم) جو سردار آهيان ۽ مان ان تي فخر نٿو ڪريان.

(10) عوسجہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان اسلام جي تلوار آهيان. ٻي روايت مطابق مان سڀني کان اڳ ۾ اسلام آڻڻ وارو آهيان.

(11) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان جوامع الڪلم يعني قرآن شريف سان گڏ مبعوث ٿيو آهيان ۽ رعب سان مون کي مدد ڏني وئي.

(12) انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان بني آدم مان سڀني کان پهريون آهيان.

(13) ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اسان نبين جي جماعت لاءِ مصيبتون ٻيڻيون هونديون آهن جيئن اجر ۽ ثواب اسان جي لاءِ ٻيڻو هوندو آهي. ڪجهہ نبي سڳورا قتل جي مصيبت ۾ ڦاٿا ۽ قتل ٿيا. اهي نبي سڳورا مصيبتن سان ائين خوش ٿيندا هيا جيئن توهان خوشحالي ۽ واندڪائي مان خوش ٿيندا آهيو.

(14) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اسان نبين جي جماعت ظلم ۽ ستم تي شاهدي نہ ڏيندي آهي ۽ جيڪڏهن مان هڪڙي کي ٻئي تي فضيلت ڏيڻ وارو هجان ها تہ مان ڇوڪرين کي انهن جي ڪمزوري ۽ حيلي ۽ تدبير جي گهٽتائي جي سبب ترجيح ڏيان ها.

(15) حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان توهان سڀني کان وڌيڪ الله کي سڃاڻڻ وارو ۽ توهان سڀني کان وڌيڪ ان کان ڊڄڻ وارو آهيان.

(16) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ يا رسول الله! توهان جي لاءِ نبوت ڪڏهن لازمي ڪئي

وئي هئي؟ پاڻ سڳورن فرمايو: ان وقت لازمي ڪئي وئي هئي جڏهن آدم عليہ السلام روح ۽ بدن جي وچ ۾ هو. يعني اجا بدن ۾ روح داخل ڪونہ ٿيو هو.

(17) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ مون کي سڀني سٺن اخلاقن ۽ سڀني سٺين ڳالهين سان ڪامل ڪري مبعوث ڪيو آهي.

(18) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مون سڀني پيغمبرن کي ڏٺو تہ مان ابراهيم عليہ السلام سان مشابهہ آهيان.

(19) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ ابراهيم عليہ السلام کي پنهنجو خليل مقرر ڪيو ۽ موسيٰ عليہ السلام کي پنهنجو نَجي يعني رازدار ۽ مون کي پنهنجو حبيب بڻايو. پوءِ الله ارشاد فرمايو تہ مون کي پنهنجي عزت ۽ جلال جو قسم آهي تہ مان پنهنجي حبيب کي پنهنجي خليل ۽ نَجي تي ضرور ترجيح ڏيندس.

(20) اميرالمومنين علي ابن ابوطالب عليہ السلام روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان نڪاح سان پيدا ٿيو آهيان ۽ جاهليت واري زماني جي زنا سان پيدا ڪونہ ٿيو آهيان. آدم عليہ السلام کان وٺي هن وقت تائين مان پنهنجي پيءُ ماءُ جي پاڪ جسمن ۾ آيس ۽ جاهليت واري زماني جي زناڪاري منهنجي پيڙهيءَ ۾ بلڪل ڪونہ پهتي.

(21) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مون کي ڇهن ڳالهين سان سڀني نبين سڳورن تي فضيلت ڏني وئي آهي. (1) مون کي جوامع الڪلم يعني قرآن شريف عطا ٿيو. (2) رعب سان مدد ڏني وئي. (3) جانور منهنجي لاءِ حلال ڪيا ويا. (4) زمين منهنجي لاءِ مسجد ۽ پاڪ ڪرڻ واري مقرر ڪئي وئي.

(5) مون کي سيني مخلوقن جو پيغمبر ڪري موڪليو ويو ۽ (6) مون تي نبوت ختم ٿي.

(22) انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مون کي چئن ڳالهين ۾ سيني انسانن تي فضيلت ڏني وئي آهي (1) سخاوت، (2) شجاعت، (3) زالن سان ملاقات جي قوت، ۽ (4) سختي سان حملو ڪرڻ.

(23) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن جي هڪڙي جماعت ويٺي هئي ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن کي ڪجهہ ڳالهيون ڪندي ٻڌو. هڪڙي چيو تہ الله تعاليٰ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي پنهنجو خليل بڻايو. ٻئي چيو تہ الله تعاليٰ موسيٰ عليہ السلام سان ڳالهايو. هڪڙي ٻئي چيو تہ عيسيٰ عليہ السلام الله جو ڪلمو ۽ روح الله آهي، هڪڙي ٻئي چيو تہ الله تعاليٰ آدم عليہ السلام کي چونڊيو. اصحابن جون اهي ڳالهيون ٻڌي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم حجرن مان ٻاهر تشريف کڻي آيا ۽ انهن کي سلام ڪيو. پوءِ فرمايو: مون توهان جون ڳالهيون ۽ توهان جو حيران ٿيڻ ٻڌو تہ ابراهيم خليل الله آهي ۽ اهو بيشڪ ائين ئي آهي. موسيٰ عليہ السلام الله سان ڳالهايو يعني اهو الله جو رازدان آهي، بيشڪ ائين ئي آهي. عيسيٰ روح الله ۽ ڪلمت الله آهي، ائين ئي آهي. آدم عليہ السلام کي الله چونڊيو ائين ئي آهي. اي اصحابيو! توهان کي معلوم هجي تہ مان حبيب الله آهيان ۽ مان ان تي فخر نٿو ڪريان. مان قيامت جي ڏينهن عَلم حَمد جو مالڪ هوندس جنهن جي هيٺان آدم عليہ السلام ۽ ٻيا نبي سڀ گڏ هوندا ۽ مان فخر نٿو ڪريان. مان اهو شخص آهيان جيڪو قيامت جي ڏينهن سيني کان اڳ ۾ شفاعت ڪندو ۽ جنهن جي شفاعت سيني کان پهريان قبول ٿيندي، مان فخر ڪونہ ٿو ڪريان. مان اهو شخص آهيان جيڪو سيني کان پهريان جنت جو دروازو کڙڪائيندو ۽ الله منهنجي لاءِ اهو کولي

ڇڏيندو پوءِ مان ان ۾ داخل ٿيندس ۽ مون سان گڏ محتاج مومن هوندا ۽ مان فخر نٿو ڪريان.

(24) سلطان الاولياء علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اسان اهلبيت آهيون. الله تعاليٰ سڀئي ظاهري ۽ باطني برائيون ۽ خرابيون اسان کان پري ڪري ڇڏيون آهن.

(25) حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اسان جا جسم بهشتين جي روحن تي ٺاهيا ويا آهن ۽ زمين کي حڪم ڏنو ويو آهي تہ اسان جي اندر مان جيڪا بہ شي (پيشاب ۽ ڪاڪوس) نڪري ان کي ڳِهي ڇڏي.

(26) انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڪڏهن بہ زبان مان خراب لفظ نہ ڪڍندا هيا ۽ ڪنهن کي خراب ڪونہ ڳالهائيندا هيا، ڪنهن کي بہ بنا سبب جي لعنت ڪونہ ڪندا هيا ۽ نہ هروڀرو گاريون ڏيندا هيا.

(27) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ ڪنهن شخص حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ يارسول الله! مشرڪن جي لاءِ بد دعا ڪيو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ مان بد دعا يا لعنت ڪرڻ لاءِ مبعوث نہ ٿيو آهيان، بلڪ فقط رحمت جي لاءِ مبعوث ٿيو آهيان.

(28) انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مديني وارن مان ڪنهن جي هڪڙي ٻانهي ايندي هئي ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو هٿ پڪڙي جتي گهرندي هئي وٺي ويندي هئي يعني حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم تمام گهڻو مهربان ۽ نرم دل هيا.

(29) حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جيڪا شي پنهنجي گهر ۾ ٺاهيندا هيا اها پاڻ سڳورن جي گهر وارن جي استعمال ۾ ايندي هئي.

(30) حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ جڏهن بہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ٻن ڪمن مان ڪنهن هڪڙي کي پسند ڪرڻ جو اختيار ڏنو ويندو هو تہ جيڪڏهن ان ڪم جو ڪرڻ گناهہ نہ هجي تہ پاڻ سڳورا ٻنهي مان وڌيڪ سولو ۽ آسان ڪم اختيار ڪندا هيا، جيڪڏهن گناهہ هوندو هو تہ پاڻ سڳورا سڀني ماڻهن کان وڌيڪ ان ڪم کان بچندا هيا ۽ پرهيز ڪندا هيا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي جان جي خاطر ڪڏهن بہ ڪنهن معاملي ۾ ڪنهن بہ شخص کان بدلو نہ ورتو. مگر جڏهن ڪو الله جي حُرمت جي توهين ڪندو هو تہ الله خاطر ان حُرمت جي توهين خلاف ان کان بدلو وٺندا هيا.

حضرت عائشہ رضي الله عنها جو اهو بيان بہ آهي تہ سواءِ ان وقت جي جڏهن پاڻ سڳورا الله جي راهہ ۾ جهاد ڪندا هيا، حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي هٿ سان نہ تہ ڪڏهن ڪنهن عورت کي مار ڏني ۽ نہ ڪنهن غلام يا خدمتگار کي دڙڪا ڏنا.

(31) انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن ڪنهن شخص سان ملڻ وقت هٿ ملائيندا هيا تہ جيستائين اهو شخص پاڻ هٿ نہ ڇڏائي يا منهن نہ ڦيري پاڻ سڳورا پنهنجو هٿ جدا نہ ڪندا هيا ۽ ڪڏهن گڏ ويٺل ماڻهوءَ جي سامهون ٽنگون ڊگهيون ڪري نہ ويهندا هيا.

(32) حضرت عائشہ رضي الله عنها جو بيان آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٻئي ڏينهن (سڀاڻي) جي لاءِ ڪجھ بہ بچائي نہ رکندا هيا.

(33) عبدالله بن حارث بن حُر روايت ڪئي آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان وڌيڪ ڪنهن کي مرڪندي نہ ڏٺو.

(34) عبدالله بن سالم کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن ويٺل هوندا هيا تہ ڳالهائڻ وقت اڪثر پنهنجي نظر آسمان ڏانهن ڪندا رهندا هيا.

(35) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان عڪرمہ روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي چاليهن سالن جي عمر ۾ نبوت جو اعلان ڪرڻ (بعثت) جو حڪم مليو ۽ وحي نازل ٿيڻ کان پوءِ 13 سال مڪي ۾ گذاريائون. پوءِ الله تعاليٰ جي طرف کان هجرت ڪرڻ جو حڪم آيو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم يثرب (مديني) هجرت ڪري ويا ۽ ڏهہ سال اتي گذاريائون. پاڻ سڳورن ٽيهٺ سالن جي ڄمار ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو.

ليڪڪ عرض ڪري ٿو تہ اي پيائرو! معلوم رهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جا فضائل ايترا گهڻا آهن جن کي ڳڻي حساب نٿو ڪري سگهجي ۽ هي جيڪي ڪجهہ مٿي بيان ڪيا ويا آهن اهي گهٽ مان گهٽ آهن. دعا آهي تہ الله تعاليٰ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دوستيءَ جي توفيق عطا فرمائي.

## ٻي مودت

### سڀني اهلبيت عليهم السلام جي فضائل ۾

(1) سعد بن ابي وقاص رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ جڏهن آيت "نَدْعُ اَبْنَآءَنَا وَاَبْنَآءَكُمْ وَنِسَآءَنَا وَنِسَآءَكُمْ وَاَنْفُسَنَا وَاَنْفُسَكُمْ" معنيٰ: اسان پنهنجن پٽن کي ۽ توهان پنهنجن پٽن کي، اسان پنهنجن عورتن کي ۽ توهان پنهنجن عورتن کي، ۽ اسان پنهنجن جانين کي ۽ توهان پنهنجن جانين کي سڏيون (آل عمران: 61) يعني آيتِ مباهلہ نازل ٿي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام، فاطمہ سلام الله عليها، حَسن عليہ السلام ۽ حُسين عليہ السلام کي سڏيو ۽ فرمايو يا الله! هي منهنجا اهلبيت آهن.

(2) سعد بن معاذ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم خندق واري لڙائي کان واپسي بعد هڪڙي ڏينهن مون کي فرمايو: اي سعد! الله تعاليٰ زمين طرف نگاهہ ڪئي پوءِ ان مان مون کي، علي، فاطمہ، حسن ۽ حُسين کي چونڊيو. مان هن امت جو نذير يعني عذابِ الاهي کان ڊيڄارڻ وارو آهيان ۽ علي هن امت جو هادي يعني الله جي واٽ ڏيکارڻ وارو آهي.

(3) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمائيندا رهندا هيا تہ اي پائرو! اسان جي محبت کي الله ڏانهن پنهنجو وسيلو بڻايو ۽ اسان جي شفاعت طلب ڪيو. ڇوتہ اسان جي ڪري ئي توهان جو خيال ڪيو ويندو آهي ۽ اسان جي ڪري ئي توهان کي زندگي عطا ٿيندي آهي ۽ اسان جي ئي ڪري توهان کي رزق ڏنو ويندو آهي. پوءِ اسان مان ڪو غائب ٿيڻ وارو غائب ٿئي تہ اسان سان محبت ڪرڻ وارا اسان جا امين آهن. اهي سڀئي قيامت جي ڏينهن جنت ۾ هوندا.

(4) ام سلميٰ رضي الله عنها جي غلام ابورياح کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جيڪڏهن الله تعاليٰ زمين جي مٿاڇري تي اهڙن ماڻهن کي ڄاڻي ها جيڪي علي، فاطمہ، حَسن ۽ حُسين (عليهم السلام) کان افضل ۽ بهتر هجن ها تہ مون کي ضرور حڪم ڏئي ها تہ مان انهن کي پاڻ سان گڏ وٺي نصارن سان مباهلو ڪيان. مگر الله تعاليٰ مون کي حڪم ڏنو تہ انهن ئي چئن کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃي مباهلو ڪريان، ڇوتہ اهي چارئي تمام مخلوق کان افضل آهن. بس مان انهن جي ڪري نصارن تي غالب ٿيس.

(5) محمد بن حنفيہ رضي الله عنہ پنهنجي بابا سائين حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام کان روايت ڪئي آهي جنهن چيو تہ مان (علي) هڪڙي ڏينهن ستو پيو هيس تہ ايتري ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم تشريف کڻي آيا. مون ڏانهن نهاريائون ۽ مون کي پير مبارڪ سان لوڏيائون ۽ مون کي فرمايائون: اي علي! اٿ. توتي منهنجا پيءُ ماءُ قربان ٿين، جبرائيل عليہ السلام مون وٽ آيو هو ۽ مون کي چيو تہ اي محمد! توهان هن (علي) کي اها خوشخبري ڏيو تہ الله تعاليٰ ان جي اولاد مان امام مقرر ڪيا آهن ۽ الله تعاليٰ ان کي ۽ ان جي ذريت (اولاد) ۽ ان جي شيعن ۽ محبت ڪرڻ وارن کي بيشڪ بخشي ڇڏيو آهي. جيڪو بہ انهن کي گهٽ وڌ ڳالهائي ۽ انهن جي حق کي غضب ڪري اهو جهنم ۾ ويندو.

(6) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: قيامت جي ڏينهن مان سڀ کان پهريان امت جي شفاعت ڪندس. پوءِ علي، پوءِ منهنجي اولاد، پوءِ اسان سان محبت ڪرڻ وارا. اهي بنا حساب جي جنت ۾ داخل ٿيندا ۽ اسان جي معرفت ۽ محبت جي ڪري انهن کان انهن جي گناهن جو پڇاڻو ڪونہ ٿيندو.

(7) خالد بن معدان کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جيڪو گهري تہ الله جي رحمت ۾ شام ڪري ۽ الله جي

رحمت ۾ صبح ڪري يعني صبح شام الله جي رحمت ۾ هجي، ته ان جي دل ۾ هن ڳالهه جو تر جيترو به شڪ داخل نه ٿئي ته منهنجي پاڪ ذريت سيني ذريتن کان افضل آهي ۽ منهنجو وصي سيني وصين (اوصياء) کان ڀلو ۽ بهتر آهي.

(8) اميرالمومنين علي عليه السلام کان روايت آهي ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو: قيامت جي ڏينهن منهنجي ۽ منهنجي اهلبيت جي شيعن لاءِ جيڪي اسان جي ولايت ۾ مخلص هوندا، عرش جي چوڌاري منبر رکيا ويندا ۽ الله تعاليٰ انهن کي فرمائيندو "اي منهنجا ٻانهو! اچو ته مان پنهنجي ڪرامت کي توهان تي وڇايان، يعني پنهنجي ڪرامت ۽ رحمت سان توهان کي مالدار ۽ خوشحال ڪري ڇڏيان، جو دنيا ۾ توهان تڪليفون سٺيون."

(9) حضرت علي عليه السلام کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو: اي علي! مون کي هڪڙي وڻ مان پيدا ڪيو ويو آهي ۽ تون به ان وڻ مان پيدا ٿيو آهين. مان ان وڻ جو ٿُڙ آهيان ۽ تون ان جو ڏار آهين، ۽ حَسن ۽ حُسين ان جون ٽاريون آهن ۽ اسان سان محبت ڪرڻ وارا ان جا پن آهن. جيڪو به هن وڻ جي ڪنهن حصي سان چنبڙي ويندو ته الله تعاليٰ ان کي جنت ۾ داخل ڪندو.

(10) اميرالمومنين علي عليه السلام کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو: جيڪو به عُروت الوثقيٰ يعني مضبوط رسي کي پڪڙڻ گهري ته علي بن ابوطالب ۽ منهنجي اهلبيت جي محبت کي مضبوطيءَ سان پڪڙي.

(11) حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو: مان عِلم جي تارازي آهيان ۽ علي ان جا ٻئي پُڙ آهي ۽ حَسن ۽ حُسين ان جون ڏوريون آهن ۽ فاطمه ان جي چوٽي (سُئي) آهي ۽ مون کان پوءِ جيڪي امام سڳورا ٿيندا ان تارازيءَ جو هٿيو آهن. ان ۾ اسان جي دوستن ۽ دشمنن جا اعمال توريا ويندا.

(12) انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اسان عبدالمطلب جي اولاد بهشت وارن جا سردار آهيون. يعني مان، علي، حمزه، جعفر، حسن، حُسين ۽ مهدي (عليهم السلام).

(13) ابورافع کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: آلِ محمد ﷺ جي لاءِ صدقو حلال ڪونهي. مومنن جا حاڪم ۽ سردار انهن مان ٿي ٿيندا.

(14) حضرت حُذيفہ يماني رضي الله عنہ ۽ عبدالله بن عمر رضي الله عنهما ٻنهي کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: پوري جهان جي عورتن مان سڀني کان اڳ ۾ خديجہ بنت خويلد مون تي ايمان آندو ۽ قيامت جي ڏينهن سڀني کان پهريان جن جي مان شفاعت ڪندس اهي منهنجا اهلبيت آهن. پوءِ درجي بدرجي پنهنجن مائٽن جي، پوءِ انصارن جي، پوءِ انهن ماڻهن جي جن مون تي ايمان آندو ۽ منهنجي تابعداري ڪئي. پوءِ يمن وارن جي، پوءِ باقي عربن جي، پوءِ غيرعرب (عجم) وارن جي ۽ جن جي مان پهريان شفاعت ڪندس اهي سڀني کان افضل آهن يعني منهنجا اهلبيت.

(15) ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اي ماڻهو! مان توهان جي وچ ۾ ٻہ وڏيون قيمتي شيون ڇڏڻ وارو آهيان. هڪڙو الله جو ڪتاب قرآن شريف ۽ ٻيا منهنجا اهلبيت عترت (عليهم السلام). اهي ٻئي هڪٻئي کان ڪڏهن بہ جدا ڪونہ ٿيندا، ايستائين جو ٻئي حوض ڪوثر تي گڏ اچي مون سان ملندا.

(16) عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو: آلِ محمد (عليهم السلام) سان هڪڙو ڏينهن محبت ڪرڻ هڪڙي سال جي عبادت کان بهتر آهي ۽ جيڪو بہ انهن جي محبت تي مرندو اهو جنت ۾ داخل ٿيندو.

(17) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو: منهنجي اهلبيت جو مثال نوح عليہ السلام جي ٻيڙيءَ وانگر آهي، جيڪو بہ ان ۾ سوار ٿيو ڇوٽڪارو لهي ويو ۽ جنهن ان کان منهن موڙيو اهو جهنم ۾ داخل ٿيو. اهڙيءَ طرح جيڪو هن ٻيڙيءَ يعني اهلبيت سان تعلق رکندو اهو ڇوٽڪارو لهي ويندو ۽ جيڪو منهن موڙيندو ۽ مخالفت ڪندو اهو دوزخ ۾ ويندو.

(18) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان قيامت جي ڏينهن چئن قِسمن جي ماڻهن جي شفاعت ڪندس. (1) اهو جيڪو منهنجي اولاد جي عزت ۽ احترام ڪري، (2) اهو جيڪو انهن جي ضرورتن کي پورو ڪري، (3) اهو جيڪو انهن جي معاملن ۾ مدد ۽ ڪوشش ڪري جڏهن اهي ان شخص ڏانهن واجهائيندا هجن، (4) جيڪو دل ۽ زبان سان انهن کي دوست رکي.

(19) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: قيامت جي ڏينهن چئن ماڻهن کان سواءِ ٻيو ڪير بہ سواري تي ڪونہ هوندو. ان وقت انصارن مان هڪڙي شخص اٿي عرض ڪيو يارسول الله! توهان تي منهنجا پيءُ ماءُ قربان ٿين، هڪڙا تہ توهان هوندا، فرمايو تہ ٻيا ڪير ڪير هوندا؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو ٻيو منهنجو ڀاءُ صالح عليہ السلام ان ڏاچيءَ تي سوار هوندو جنهن جا ان جي امت ڪُچ ڪپي ڇڏيا هيا، ٻيو منهنجو چاچو حمزه رضي الله عنہ هوندو جيڪو غضبا نالي ڏاچيءَ تي سوار هوندو ۽ ٻيو منهنجو ڀاءُ علي (عليہ السلام) هوندو جيڪو هڪڙي بهشتي ڏاچيءَ تي سوار هوندو ۽ ان جي هٿ ۾ جهنڊو (لواءِ الحمد) هوندو ۽ جهانن جي پروردگار جي عرش سامهون بيٺو هوندو ۽ زبان سان لا الٰه الا الله محمد رسول الله چوندو رهندو. ان وقت اتي موجود سڀئي چوندا تہ هي ڪو مقرب ملائڪ آهي يا ڪو نبي رسول آهي يا عرش کي کڻڻ وارن ملائڪن مان آهي. ان وقت عرش مان هڪڙو آواز ايندو اي انسانو! هي

نہ تہ مقرب ملائڪ آهي ۽ نہ نبي رسول آهي ۽ نہ عرش کڻڻ وارن ملائڪن مان آهي بلڪ اهو صديق الاڪبر علي بن ابوطالب (عليہ السلام) آهي.

(20) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي حوالي سان عڪرمہ روايت ڪئي آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم زمين تي چار لڪيرون ڪڍيون، پوءِ اصحابن کي فرمايو تہ توهان کي خبر آهي تہ اهي ڇا آهن؟ اصحابن سڀني عرض ڪيو تہ الله ۽ الله جو رسول ئي بهتر ڄاڻن ٿا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو بهشتي عورتن ۾ سڀني کان وڌيڪ افضل خديجہ بنت خويلد ۽ فاطمہ بنت محمد، عيسيٰ عليہ السلام جي امڙ مريم بنت عمران ۽ آسيہ بنت مزاحم (فرعون جي زال) آهن.)

(21) امام احمد بن حنبل کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي خواب ۾ ڏٺو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي فرمايو: اي احمد! تون محمد بن ادريس شافعي جي ان قول ۾ مغالطي ۾ اچي وئين جو ان منهنجي هن حديث کي بيان ڪيو هو تہ جيڪو بہ منهنجي امت مان منهنجي سُنت جون چاليهہ حديثون ياد ڪندو تہ مان قيامت جي ڏينهن ان شخص جي شفاعت ڪندس، تو اهو ڪونہ سمجهيو تہ منهنجي اهلبيت جا فضائل منهنجي سُنت ۾ داخل آهن. يعني اهلبيت جي فضيلتن جو ذڪر ڪرڻ سنتِ رسول ﷺ آهي.

(22) عائشہ بنت عبدالله بن عاصمي تميمي جيڪا الله جي رسول ﷺ جي شهر مديني جي مجاور هئي، بيان ڪيو آهي تہ ان اوائل کان ۽ اوائل نافع کان ۽ نافع ام المومنين حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها کان روايت ڪئي آهي تہ ام المومنين ام سلميٰ رضي الله عنها بيان ڪيو تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو تہ جڏهن ماڻهو فضائل محمد ﷺ ۽ آلِ محمد عليهم السلام جو ذڪر ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيندا آهن تہ آسمان مان ملائڪ لهندا آهن ۽ ان ذڪر ۾ انهن ماڻهن سان شامل ٿيندا آهن. جڏهن ماڻهو فارغ ٿي هليا ويندا آهن تہ اهي ملائڪ

آسمان ڏانهن موٽي ويندا آهن تہ ٻيا ملائڪ انهن ملائڪن کي چوندا آهن تہ اسان کي توهان مان اهڙي خوشبوءِ اچي ٿي جيڪا ان کان اڳ اسان ڪڏهن بہ ڪونہ سنگهي آهي. اهي ملائڪ جواب ڏيندا تہ اسان اهڙن ماڻهن جي ڪچهريءَ ۾ موجود هياسين جيڪي فضائل محمد ۽ آلِ محمد (عليهم السلام) جو ذڪر ڪري رهيا هيا، اسان بہ انهن جي خوشبوءِ سان مهڪي وياسين. اهو ٻڌي ٻيا ملائڪ انهن کي چوندا تہ اسان کي بہ اتي وٺي هلو. اهي جواب ڏيندا تہ اهي ماڻهو تہ اتان هليا ويا. تڏهن بہ اهي ملائڪ انهن کي چوندا تہ اسان کي ان گهر ۾ ئي وٺي هلو جتي اهي موجود هيا ۽ فضائل محمد ﷺ ۽ آلِ محمد (عليهم السلام) جو ذڪر ڪري رهيا هيا.

(23) حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو: جيڪو بہ اسان اهلبيت کي دوست رکي ان کي گهرجي تہ اول النعم يعني بهترين نعمت تي الله جو شُڪر ادا ڪري، اصحابن مان ڪنهن عرض ڪيو تہ اول النعم ڪهڙي شي آهي! حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو، جمڻ جو پاڪ هجڻ يعني حلالي ٻار هجڻ. اسان اهلبيت کي اهوئي شخص دوست رکندو آهي جيڪو حلالي ڄاول هوندو آهي.

(24) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اي منهنجي امت وارو ۽ اصحابيو! اسان اهلبيت جي دوستيءَ کي لازمي ڪري ڇڏيو. ڇوتہ جيڪو بہ الله سان ان حالت ۾ ملاقات ڪري جو اسان کي دوست رکندو هجي تہ اهو اسان سان گڏ جنت ۾ داخل ٿيندو. ۽ مان ان ذات جو قسم کڻان ٿو جنهن جي قبضئہ قدرت ۾ محمد (ﷺ) جي جان آهي تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي اسان جي معرفت کان سواءِ ڪوبہ عمل نفعو نہ ڏيندو يعني اسان جي حق جي معرفت کان سواءِ ڪنهن بہ شخص کي پنهنجي عمل مان ڪوبہ فائدو ڪونہ ٿيندو.

(25) جبير بن مطعم کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجن اصحابن کي مخاطب ٿيندي فرمايو: اي اصحابيو! ڇا مان توهان جو حاڪم ۽ مختار نہ آهيان. انهن عرض ڪيو يارسول الله! هائو توهان اسان جا حاڪم ۽ مختار آهيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو مون کي جلد الله جي بارگاهہ مان سڏ ٿيندو ۽ مان ان کي قبول ڪندس يعني منهنجي لاڏاڻي جو وقت ويجهو آهي. مان توهان جي وچ ۾ بہ قيمتي ۽ اهم شيون ڇڏڻ وارو آهيان. هڪڙو اسان جي پروردگار جو ڪتاب يعني قرآن شريف ۽ ٻيا منهنجا اهلبيت ۽ عترت. توهان ڏسجو تہ انهن جي باري ۾ توهان منهنجو ڪهڙو خيال رکو ٿا.

## ٽين مودت

### اميرالمومنين علي عليہ السلام
### جي مجمل فضائل جي بيان ۾

(1) عطا جو بيان آهي تہ مون حضرت عائشہ رضي الله عنها کان علي عليہ السلام جي باري ۾ سوال ڪيو. انهن جواب ڏنو تہ علي خيرالبشر يعني سڀني ماڻهن مان بهترين آهي. ڪافر کان سواءِ ٻيو ڪير بہ ان ڳالهہ ۾ شڪ نہ ڪندو.

(2) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي فرمايو: اي علي! تون خيرالبشر آهين. ان ڳالهہ ۾ ڪافر کان سواءِ ٻيو ڪوبہ شڪ نہ ڪندو.

(3) حذيفہ يماني رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي (عليہ السلام) خيرالبشر آهي، جنهن هن ڳالهہ جو انڪار ڪيو اهو ڪافر ٿي ويو.

(4) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي سان بغض رکڻ ڪفر آهي ۽ بنوهاشم سان بغض رکڻ منافقت آهي.

(5) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي کي مومن کان سواءِ ڪير بہ دوست نٿو رکي ۽ ان سان ڪافر کان سواءِ ڪير بہ بغض نٿو رکي. يعني علي جو دوست مومن آهي ۽ ان جو دشمن ڪافر آهي.

(6) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعالىٰ دنيا کي ڏٺو ۽ مون کي سڄي جهان جي مَردن مان چونڊيو. پوءِ ٻيهر دنيا کي ڏٺو ۽ اي علي! توکي سڄي جهان جي مَردن تي ترجيح ڏني. ان کان پوءِ الله ٽيون ڀيرو دنيا کي ڏٺو ۽

امامن کي جيڪي تنهنجي اولاد مان هوندا, سڄي جهان جي مَردن مان چونڊيو. پوءِ چوٿون ڀيرو دنيا تي نگاهہ ڪئي ۽ فاطمہ (سلام الله عليها) کي سڄي جهان جي عورتن مان چونڊيو.

(7) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جنهن بہ علي کي گار ڏني ان مون کي گار ڏني ۽ جنهن مون کي گار ڏني ان الله کي گار ڏني.

(8) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي (عليہ السلام) سڀني ماڻهن کان بهتر آهي, جيڪو ان ۾ شڪ ڪري اهو ڪافر آهي.

(9) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي (عليہ السلام) بني اسرائيل جي دروازي "حطہ" وانگر آهي, جيڪو ان دروازي مان داخل ٿيو اهو مومن هيو ۽ جيڪو ان کان ٻاهر رهيو اهو ڪافر هيو. اهڙيءَ طرح جيڪو بہ هن امت ۾ علي (عليہ السلام) جي پيروي ۾ داخل ٿيندو اهو مومن آهي ۽ جيڪو بہ علي (عليہ السلام) جي پيروي کان ٻاهر هوندو اهو ڪافر آهي.

(10) امام محمدباقر عليہ السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان خيرالناس يعني بهترين ماڻهوءَ جي باري ۾ پڇيو ويو, يعني اهو معلوم ڪيو ويو تہ سڀني ماڻهن مان بهترين شخص ڪير آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: سڀني ماڻهن مان بهتر, سڀني کان گهڻو متقي, سڀني کان افضل ۽ سڀني کان جنت جي وڌيڪ ويجهو ٿيڻ وارو اهو شخص آهي جيڪو مون سان وڌيڪ ويجهو ٿيڻ وارو آهي ۽ توهان مان علي بن ابوطالب (عليہ السلام) کان وڌيڪ متقي ۽ ان کان وڌيڪ منهنجي ويجهڙو ڪير بہ ڪونهي. يعني علي بن ابوطالب عليہ السلام سڀني ماڻهن کان بهتر ۽ افضل آهي.

(11) جميع بن عمير جو بيان آهي تہ اسان حضرت عائشہ رضي الله عنها کان پڇيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نظر ۾ علي

عليہ السلام جو ڪهڙو مرتبو هو؟ ان جواب ڏنو تہ علي عليہ السلام رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نظر ۾ اسان جي سڀني مَرد ماڻهن کان وڌيڪ معزز ۽ مڪرم هو.

(12) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: توهان جي سڀني مَرد ماڻهن کان بهتر علي بن ابوطالب (عليہ السلام) آهي ۽ توهان جي سڀني جوانن مان بهتر حَسن ۽ حُسين (عليهم السلام) آهن ۽ توهان جي سڀني عورتن مان بهتر فاطمہ (سلام الله عليها) بنت محمد (صلى الله عليه وآله وسلم) آهي.

(13) عروه رضي الله عنہ حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعالىٰ مون سان واعدو ڪيو آهي تہ جيڪو بہ علي (عليہ السلام) جي خلاف لڙائي ڪندو اهو ڪافر آهي ۽ دوزخ ۾ ويندو ۽ اهو دوزخ جي باهہ جي ئي لائق آهي. ان وقت ڪنهن حضرت عائشہ رضي الله عنها کان پڇيو تہ پوءِ توهان پاڻ ان جي خلاف ڇو نڪري لڙائي ڪئي. جواب ڏنائين تہ حمل واري لڙائي جي ڏينهن مون کان اها حديث وسري وئي هئي، ايستائين جو واپسي تي مون کي بصري ۾ ياد آئي ۽ مان الله کان بخشش گهران ٿي.

(14) ابوسالم بن ابوالجعد جو بيان آهي تہ مون جابر انصاري رضي الله عنہ کي چيو تہ مون سان علي عليہ السلام جو حال بيان ڪر. ان جواب ڏنو تہ علي عليہ السلام خيرالبشر آهي. راوي جو بيان آهي تہ مون جابر رضي الله عنہ کي چيو تہ تون ان شخص جي باري ۾ ڇا ٿو چوين جيڪو علي عليہ السلام سان بغض رکي. ان جواب ڏنو تہ ان سان ڪافر کان سواءِ ٻيو ڪير بہ بغض نٿو رکي يعني علي عليہ السلام سان بغض رکڻ وارو ڪافر آهي.

(15) هاشم بن بريد کان روايت آهي تہ عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ بيان ڪيو تہ مون قرآن شريف جون ستر سورتون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان خود کان سکيون ۽ باقي سورتون علي بن ابوطالب

عليہ السلام کان جيڪو اسان جي پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ پوري امت ۾ سڀني کان وڏيڪ عالم آهي.

(16) محمد بن سالم بزار کان روايت آهي تہ مان جمعي جي ڏينهن سعيد بن مسيب سان گڏ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي روضي مبارڪ ۾ هيس تہ بنو اميہ جو هڪڙو خطيب اتي آيو ۽ منبر تي ويٺو. ان اميرالمومنين علي عليہ السلام جو ذڪر ڪيو ۽ چيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي (عليہ السلام) کي ان سان محبت جي ڪري پنهنجو ويجهو ساٿي نہ بڻايو هو بلڪ صرف ان جي شر کان بچڻ لاءِ ان کي پنهنجي ويجهو ڪيو (معاذالله). محمد بن سالم جو بيان آهي تہ سعيد بن مسيب ان تي لعنت ڪئي ۽ ان کي منع ڪندو ڏنل حالت ۾ ان خطيب ڀرسان آيو ۽ ان کي چيو مطلب تہ تون ان الله جو انڪاري ٿي ويو آهين جنهن توکي پهريان مٽيءَ مان پوءِ نطفي مان پيدا ڪيو. پوءِ تنهنجي مرداڻي صورت ٺاهي. ان کان پوءِ ابن مسيب پنهنجو ڪپڙو ان جي وات تي رکيو يعني ڪپڙي سان ان جو وات بند ڪيو. اها حالت ڏسي اتي موجود ماڻهن ان کي چيو اي ابومحمد! توکي ڇا ٿي ويو آهي، اهو تون ڇا ٿو ڪرين. جڏهن تہ اهو خطيب بنواميہ مان آهي. ابن مسيب جواب ڏنو الله جو قسم، مون کي خبر ڪونهي تہ هن ڇا چيو پر مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان سندن قبر مبارڪ مان اهو چوندي ٻڌو جيڪو مون چيو. بس حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جيئن فرمايو هو مون هن خطيب سان بيان ڪيو.

(17) حضرت ام هاني رضي الله عنها بنت ابوطالب رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ جي نظر ۾ فضل مخلوقات اهو شخص آهي جيڪو پنهنجي قبر ۾ اهڙي حالت ۾ سمهي جو اهو علي (عليہ السلام) ۽ ان جي پاڪ ذريت جي باري ۾ ان ڳالهہ بابت ڪو شڪ نہ رکندو هجي تہ اهي خيرالبريہ يعني پوري مخلوق کان بهتر ۽ برتر آهن.

(18) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ علي عليہ السلام جي باري ۾ ڪافرن کان سواءِ ٻيو ڪير بہ شڪ نٿو ڪري. ان کان علاوه جابر رضي الله عنہ اهو بہ چيو تہ اسان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ منافقن کي جيڪي اسان ۾ موجود هيا صرف علي عليہ السلام سان دشمني رکڻ جي سبب سڃاڻندا هياسين.

(19) سعيد بن جبير جو بيان آهي تہ مان هڪڙي ڏينهن عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کي ان جي نظر ختم ٿيڻ کان پوءِ هٿ پڪڙي مسجد مان وٺي وڃي رهيو هيس. رستي ۾ اسان هڪڙي ڪچهري وارن وٽان گذرياسين، جنهن ۾ ماڻهو علي عليہ السلام کي گاريون ڏئي رهيا هيا. عبدالله بن عباس رضي الله عنهما چيو تہ مون کي انهن ماڻهن وٽ وٺي هل. مان ان کي اوڏانهن وٺي ويس. اتي ان انهن ماڻهن کان پڇيو تہ توهان مان ڪير الله کي گاريون ڏئي رهيو هو. انهن چيو تہ الله تہ بزرگ ۽ برتر آهي، جيڪو الله کي گاريون ڏئي اهو ڪافر ٿي ويندو آهي. پوءِ ابن عباس رضہ انهن کي چيو تہ توهان مان ڪير علي عليہ السلام کي گاريون ڏئي ٿو. انهن چيو تہ اها ڳالهہ تہ برابر هتي ٿي آهي. تڏهن ابن عباس رضہ چيو تہ مان الله کي شاهد ڪري چوان ٿو تہ الله جو قسم، مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اهو چوندي ٻڌو تہ جنهن علي (عليہ السلام) کي گار ڏني ان مون کي گار ڏني ۽ جنهن مون کي گار ڏني ان الله کي گار ڏني ۽ جنهن الله ۽ ان جي رسول کي گار ڏني، جلد الله تعالىٰ ان جي پڪڙ ڪندو. اهو چئي ابن عباس رضہ اتان هليو ويو.

## چوٿين مودت

### ان بيان ۾ تہ علي عليہ السلام اميرالمومنين يعني سڀني مومنن جا حاڪم ۽ سيدالوصيين يعني سڀني وصين (اوصياء) جا سردار ۽ پوري جهان تي الله عزوجل جي حجت آهن

(1) محمد بن حسن بن علي عليهم السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي حوالي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: عرش هيٺان لوح محفوظ ۾ لکيل آهي تہ علي بن ابوطالب (عليہ السلام) اميرالمومنين يعني سڀني مومنن جا حاڪم آهن.

(2) انس رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ مان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر هيس تہ علي عليہ السلام آيا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ هي (علي) قيامت جي ڏينهن منهنجي امت تي الله جي حجت هوندو.

(3) رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سوٽ عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام ڏانهن ڏسي فرمايو: اي علي! تون دنيا ۾ بہ سردار آهين ۽ آخرت ۾ بہ سردار آهين. جيڪو توکي دوست رکي ٿو اهو مون کي بہ دوست رکي ٿو. تنهنجو دوست منهنجو دوست آهي ۽ منهنجو دوست الله جو دوست آهي. تنهنجو دشمن منهنجو دشمن آهي ۽ منهنجو دشمن الله جو دشمن آهي. ان شخص لاءِ عذاب آهي جيڪو مون کان پوءِ توسان بغض رکي.

(4) حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جو بيان آهي تہ مون کي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سڏ ڪيو ۽ فرمايو تہ مان توکي خوشخبري ٻڌايان ٿو تہ الله تعالىٰ سڀني پهرين ۽ پوين ۽ سڀني وصين

(اوصياءِ) جي سردار علي بن ابو طالب (عليہ السلام) سان مون کي مدد ڏنيءِ ان کي منهنجو همسر بڻايو. جيڪڏهن تون پرهيزگار ٿيڻ ۽ فائدو حاصل ڪرڻ گهرين تہ ان جي پيروي ڪر.

(5) بريده رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: هر هڪ پيغمبر جو هڪڙو وصي ۽ وارث هوندو آهي ۽ علي (عليہ السلام) منهنجو وصي ۽ وارث آهي.

(6) حضرت حذيفہ يماني رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جيڪڏهن ماڻهن کي معلوم ٿئي تہ علي (عليہ السلام) ڪڏهن اميرالمومنين نامزد ٿيو تہ ڪڏهن بہ ان جي فضيلت جو انڪار نہ ڪن. علي (عليہ السلام) ان وقت اميرالمومنين جي نالي سان نامزد ٿيو جڏهن آدم عليہ السلام اجا روح ۽ بدن جي وچ ۾ هو يعني روح اجا ان جي بدن ۾ داخل ڪونہ ٿيو هو.

(7) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ڪنهن پڇيو تہ يارسول الله! توهان جي لاءِ نبوت ڪڏهن لازم ڪئي وئي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ان وقت کان پهريان جڏهن الله آدم عليہ السلام کي پيدا ڪيو ۽ ان جي بدن ۾ روح ڦوڪيو. جيئن الله قرآن ۾ فرمائي ٿو اي محمد! ان وقت کي ياد ڪر، جڏهن تنهنجي پالڻهار بني آدم مان انهن جي اولاد کي انهن جي پُٺين مان ڪڍي واعدو ورتو ۽ انهن کي انهن جي جانين تي شاهد ڪيو ۽ انهن کي چيو تہ مان توهان جو پالڻهار نہ آهيان؟ تہ روحن عرض ڪيو تہ هائو تون اسان جو پالڻهار آهين. تڏهن الله ارشاد فرمايو تہ مان توهان جو پالڻهار آهيان ۽ محمد (ﷺ) توهان جو پيغمبر آهي ۽ علي (عليہ السلام) توهان جو امير ۽ حاڪم آهي.

(8) عتبہ بن عامر جهني کان روايت آهي تہ اسان ان قول تي الله جي رسول جي بيعت ڪئي تہ الله کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي، اهو اڪيلو آهي، ان جو ڪوبہ شريڪ ڪونهي ۽ محمد (ﷺ) الله جو رسول آهي ۽ علي (عليہ السلام) حضور صلي الله

عليہ وآلہ وسلم جو وصي آهي. اسان انهن ٽنهي شرطن مان جيڪڏهن ڪنهن هڪ کي بہ ترڪ ڪيون تہ ڪافر ٿي ويندا سين. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان کي فرمايو تہ توهان هن کي يعني علي بن ابوطالب (عليہ السلام) کي دوست رکو ڇوتہ الله بہ هن کي دوست رکي ٿو. هن کان حيا ڪيو ڇوتہ الله بہ هن کان حيا ڪري ٿو.

(9) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ هر هڪ پيغمبر جي لاءِ هڪڙو وصي مقرر ڪيو آهي. شيث عليہ السلام کي حضرت آدم عليہ السلام جو وصي بڻايو يوشع عليہ السلام کي حضرت موسيٰ عليہ السلام جو وصي ۽ شمعون عليہ السلام کي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو وصي: ۽ علي (عليہ السلام) کي منهنجو وصي مقرر ڪيو آهي ۽ منهنجو وصي شروع ڏينهن کان سيني وصين کان بهتر آهي. مان الله جي مخلوق کي الله جي طرف سڏڻ وارو آهيان ۽ اهو يعني علي (عليہ السلام) روشني ڏيڻ وارو آهي يعني هدايت جو نور پکيڙڻ وارو آهي.

(10) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي فرمايو: اي علي! تون مون کي ذميواري کان آجو ڪندين ۽ تون منهنجي امت تي منهنجو خليفو آهين.

(11) انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي فرمايو: اي انس! وڃ، عرب جي سردار يعني علي (عليہ السلام) کي مون وٽ سڏي اچ. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو اهو ارشاد ٻڌي حضرت عائشہ رضي الله عنها عرض ڪيو تہ حضور توهان عرب جا سردار نہ آهيو؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ مان بنوآدم جو سردار آهيان ۽ فخر نٿو ڪريان. ۽ علي (عليہ السلام) عرب جو سردار آهي. جڏهن علي عليہ السلام خدمت ۾ حاضر ٿيا تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي انصارن کي سڏي اچڻ لاءِ چيو. جڏهن اهي حاضر ٿيا تہ پاڻ سڳورن انهن کي مخاطب ٿي فرمايو: اي انصاريو! ڇا مان توهان کي ان ڳالهہ ڏانهن هدايت نہ ڪيان جو جيڪڏهن توهان ان سان سلهاڙيل

رهو (يعني دل سان ان جي اطاعت ڪندا رهندا) تہ مون کان پوءِ هرگز گمراهہ نہ ٿيندا. انصارن عرض ڪيو يارسول الله! جي هائو فرمايو. پاڻ سڳورن فرمايو تہ هي علي (عليہ السلام) آهي سو توهان منهنجي محبت جي لاءِ هن کي دوست رکو ۽ منهنجي عزت ۽ احترام لاءِ هن جي عزت ۽ احترام ڪيو. مون وٽ جبرائيل عليہ السلام آيو هو ۽ مون جيڪو ڪجهہ توهان کي چيو ان لاءِ مون کي الله جي طرف کان حڪم مليو يعني ان ڳالهہ کي توهان تائين پهچائڻ جو مون کي حڪم مليو.

## پنجين مودت

### ان ڳالهہ بابت تہ رسول الله ﷺ جنهن بہ شخص جا مولیٰ آهن علي عليہ السلام بہ ان جا مولیٰ آهن

(1) رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خادم ابوالحمراء کراڙو ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي هڪڙي دوست کي چيو تہ مان توسان ان ڳالهہ جو ذڪر ڪريان ٿو جيڪا منهنجي هنن ٻنهي ڪنن ٻڌي ۽ منهنجي ٻنهي اکين ڏٺي آهي. ڳالهہ اها آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت عائشہ رضي الله عنها جي حجري ۾ تشريف کڻي آيا ۽ ان کي چياٺون تہ عرب جي سردار کي مون وٽ سڏ ڪرائي ڏي. ان ماڻهو موڪلي حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کي گهرايو. جڏهن اهو آيو ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سامهون پهتو تہ ڏسڻ مان ائين لڳو تہ پاڻ سڳورن جو ڪنهن ٻئي کي گهرائڻ مقصد هو. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اتان ٻاهر نڪري آيا ۽ هلندا هلندا حضرت حفصہ رضي الله عنها جي حجري ۾ آيا ۽ فرماياٺون، عرب جي سردار کي مون وٽ سڏ ڪرائي ڏي. ان حضرت عمر رضي الله عنہ کي گهرايو. جڏهن اهو حاضر ٿيو تہ ڏسڻ مان ائين لڳو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ڪنهن ٻئي کي گهرائڻ منظور آهي. پوءِ اتان تشريف کڻي آيا ۽ حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها جي حجري ۾ آيا ۽ اها بيبي سڳوري حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهروارين مان گهڻي سمجهدار ۽ سياڻي هئي. ان کي فرماياٺون، اي ام سلميٰ! عرب جي سردار کي مون وٽ سڏ ڪراءِ. ان پاڪ بيبي حضرت علي عليہ السلام کي سڏ ڪرايو. جڏهن اهي آيا تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي فرمايو. اي ابوالحمراء! وڃ ۽ هڪ سَو قريشن، 80 ٻين عربن، 60 غلامن ۽ 40 حبش وارن کي سڏي اچ. آخرڪار جڏهن سڀ ماڻهو گڏ ٿي ويا تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي فرمايو تہ چمڙي واري لڪت کڻي اچ. مون اهو

لکيل چمڙو ڪٽي اچي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ڏنو. ان ڪان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن سڀني کي نماز جي صف وانگر قطار ۾ بيهاريو ۽ فرمايو، اي ماڻهو! الله تعاليٰ منهنجي جان جو مون ڪان وڌيڪ اختيار رکي ٿو ۽ اهو مون کي حڪم ۽ منع (امر ۽ نهي) فرمائي ٿو ۽ مونکي الله تي امر ۽ نهي جو ڪوبہ اختيار ڪونهي. حاضر ماڻهن عرض ڪيو يارسول الله! بيشڪ ائين ئي آهي. پاڻ سڳورن پوءِ فرمايو اي ماڻهو! ڇا مون کي توهان جي جان تي توهان ڪان وڌيڪ اختيار ڪونهي؟ مان توهان کي امر ۽ نهي ڪريان ٿو ۽ توهان کي مون تي امرونهي جو ڪوبہ اختيار ڪونهي. انهن عرض ڪيو هائو يارسول الله! ائين ئي آهي. ان ڪان پوءِ پاڻ سڳورن فرمايو جنهن جو الله حاڪم ۽ مختار آهي ۽ جنهن جو مان حاڪم ۽ مختار آهيان، هي علي (عليہ السلام) بہ ان جو حاڪم ۽ مختار آهي ۽ هي توهان کي امر ۽ نهي ڪري سگهي ٿو ۽ توهان کي هن تي امر ۽ نهي ڪرڻ جو ڪوبہ اختيار ڪونهي. اي الله! جيڪو بہ هن (علي) کي دوست رکي تون ان کي دوست رک ۽ جيڪو هن سان دشمني رکي تون ان کي دشمن رک. جيڪو هن جي مدد ڪري ۽ ساٿ ڏئي تون ان جي مدد ڪر ۽ ساٿ ڏي. جيڪو هن جي مدد ڪرڻ ۽ ساٿ ڏيڻ ڪان منهن موڙي تون ان جي مدد ڪرڻ ڇڏي ڏي. اي الله! تون هن ڳالهہ تي منهنجو شاهد آهين تہ مون تنهنجو حڪم هنن تائين پهچائي ڇڏيو ۽ هنن کي نصيحت ڪري ڇڏي.

پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حڪم تي اها لکت اسان کي ٽي ڀيرا پڙهي ٻڌائي وئي. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٽي ڀيرا فرمايو تہ هن عَهد کي ڪير ٽوڙڻ گهري ٿو؟ اسان سڀني عرض ڪيو، اسان ان عهد کي ٽوڙڻ ۽ ختم ڪرڻ ڪان الله ۽ ان جي رسول جي پناهہ گهرون ٿا. اسان اهو جملو ٽي ڀيرا ورجايو.

ان ڪان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سڀني ماڻهن ڪان ان تي صحيحون ڪرايون ۽ ان لکت کي ويڙهيو. پوءِ فرمايائون، اي علي! هن لکت کي پاڻ وٽ رک. جيڪو بہ تنهنجي عهد کي ٽوڙي ان سان هن لکت مطابق جنگ ڪجان. مان ان جو دشمن هوندس ۽ ان سان جنگ

ڪندس. پوءِ سورت فتح جي 10 آيت "فَمَنْ نَّكَثَ فَاِنَّمَا يَنْكُثُ عَلٰى نَفْسِهٖ" معنيٰ: پوءِ جيڪو عهد ٽوڙيندو تہ اهو پنهنجي نقصان جي واسطي واعدو ٽوڙيندو، تلاوت فرمائي.

(2) ابوعبدالله شيباني بيان ڪيو آهي تہ مان مسجد ارقم ۾ زيد بن ارقم سان گڏ ويٺو هيس تہ اتي هڪڙو شخص آيو ۽ چيائين تہ توهان مان زيد بن ارقم ڪهڙو آهي؟ ماڻهن چيو تہ هي زيد آهي. پوءِ ان شخص زيد سان مخاطب ٿي چيو، اي زيد! مان توکي ان الله جو قسم ڏيان ٿو جنهن کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي. ڇا تو الله جي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اهو فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جنهن شخص جو مان مولا آهيان ۽ مختار آهيان علي (عليہ السلام) بہ ان جو مولا ۽ مختار آهي. اي الله، تون ان شخص کي دوست رک جيڪو علي (عليہ السلام) سان دوستي رکي ۽ جيڪو بہ هن سان دشمني رکي تون ان کي دشمن رک. زيد بن ارقم جواب ڏنو تہ بيشڪ مون ٻڌو آهي.

(3) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ جيڪو بہ ذوالحج مهيني جي 18 تاريخ تي روزو رکندو ان کي سٺ مهينا روزا رکڻ جو ثواب ملندو. هي اهو ڏينهن آهي جڏهن الله جي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم غدير خم جي ماڳ تي علي عليہ السلام جو هٿ پڪڙيو ۽ ارشاد فرمايو "جنهن جو بہ مان مالڪ ۽ مختار آهيان علي (عليہ السلام) بہ ان جو مالڪ ۽ مختار آهي. اي الله، جيڪو هن (علي) کي دوست رکي تون ان کي دوست رک ۽ جيڪو بہ هن سان دشمني ڪري تون ان کي دشمن رک. جيڪو بہ هن جي مدد ڪري تون ان جي مدد ڪر ۽ جيڪو هن جي مدد نہ ڪري تون ان جي مدد نہ ڪر."

نوٽ: هي حديث امام محمد باقر عليہ السلام کان پنهنجي ابن ڏاڏن جي سلسلي سان بہ ايئن بيان ٿيل آهي. بلڪ اڪثر اصحابن مختلف جاين تي هن حديث کي روايت ڪيو آهي.

(4) حضرت عمر رضي الله عنہ بن خطاب کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي (عليہ السلام) کي هدايت جي نشان طور

اٿاري ٻيهاريو ۽ ارشاد فرمايو: جنهن جو مان مالڪ ۽ مختار آهيان علي بہ ان جو مالڪ ۽ مختار آهي. اي الله! جيڪو بہ هن کي دوست رکي تون ان کي دوست رک ۽ جيڪو هن سان دشمني رکي تون ان سان دشمني رک، جيڪو هن جي مدد ڪري تون ان جي مدد ڪر، جيڪو بہ هن جي مدد نہ ڪري تون ان جي مدد نہ ڪر. اي الله! تون هن ڳالھ تي منهنجو شاهد آهين. حديث جي راوي عمر رضي الله عنہ بن خطاب جو بيان آهي تہ ان وقت منهنجي پرسان هڪڙو خوبصورت ۽ معصوم چهري وارو نوجوان ويٺو هو. ان مون کي چيو، اي عمر! شايد رسول الله (ﷺ) پنهنجي سوٽ لاءِ هڪڙو بند ٻڌو آهي ۽ منافق ڪان سواءِ ٻيو ڪوبہ ان بند کي نہ ٽوڙيندو. اي عمر! خبردار، ڪٿي تون ان بند کي نہ ٽوڙجان. عمر رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي عرض ڪيو تہ جڏهن توهان علي (عليہ السلام) بابت بيان ڪيو تہ منهنجي پاسي ۾ هڪڙو خوبصورت ۽ معصوم چهري وارو نوجوان ويٺو هو ۽ ان مون کي هيئن چيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي عمر! اهو آدم عليہ السلام جي اولاد مان نہ بلڪ اهو جبرائيل هو. ان ارادو ڪيو تہ مون علي (عليہ السلام) جي باري ۾ جيڪو ڪجھ چيو آهي، ان جي لاءِ توکي تاڪيد ڪري.

(5) براء بن عازب رضي الله عنہ جو بيان آهي تہ مان حجتہ الوداع ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ هيس. جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم غدير خم جي ماڳ تي پهتا تہ پڙهو ڏيڻ واري نماز باجماعت لاءِ سڏ ڪيو. آخرڪار رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙي وڻ جي هيٺان جلوه گر ٿيا ۽ علي عليہ السلام جو هٿ پڪڙي ارشاد فرمايو: اي يائرو! ڇا مان مومنن تي انهن جي جانين کان وڌيڪ اختيار نٿو رکان. سڀني عرض ڪيو يارسول الله! بيشڪ توهان کي گهڻو اختيار آهي. تڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي يائرو! خبروار ٿي ويجو تہ جنهن شخص جو مان مولا ۽ مختار آهيان، علي (عليہ السلام) بہ ان جو مالڪ ۽ مختار آهي. اي الله! جيڪو هن کي دوست رکي تون ان کي دوست رک. جيڪو بہ هن سان دشمني ڪري تون ان سان

دشمني رک. پوءِ عمر رضي الله عنہ بن خطاب اچي علي عليہ السلام سان ملاقات ڪئي ۽ چيو اي علي بن ابوطالب! توهان کي مبارڪ هجي تہ توهان اڄ منهنجي ۽ هرهڪ مومن مرد ۽ عورت جا مالڪ ۽ حاڪم ٿي ويا.

راوي جو بيان آهي تہ مائده سورت جي 67 آيت "يَآيُّهَا الرَّسُوْلُ بَلِّغْ مَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ مِنْ رَّبِّكَ" معنيٰ: اي رسول! جيڪي تنهنجي پالڻهار جي طرفان توڏانهن نازل ٿيو آهي اهو ماڻهن تائين پهچائي ڇڏ، علي عليہ السلام جي باري ۾ نازل ٿي.

(6) حضرت عمر رضي الله عنہ بن خطاب کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام کي فرمايو تہ جيڪڏهن سڀ سمنڊ مَس ٿي وڃن ۽ سڀ وڻ قلم ٿي وڃن ۽ سڀ انسان لکڻ وارا ٿي وڃن ۽ سڀ جِن ڳڻپ ڪن، تہ بہ اي ابوالحسن! تنهنجا فضائل ڳڻي نہ سگهندا.

(7) علي عليہ السلام ۽ سلمان فارسي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مون کان پوءِ منهنجي امت ۾ سڀني کان وڏيڪ عالم علي بن ابوطالب (عليہ السلام) آهي.

(8) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو جو حديبيہ واري ڏينهن علي عليہ السلام جو هٿ پڪڙي وڏي آواز سان فرمائي رهيا هيا تہ علي (عليہ السلام) نيڪن جو اڳواڻ آهي ۽ ڪافرن جو قاتل آهي. جيڪو بہ هن جي مدد ڪندو تہ الله ان جي مدد ڪندو ۽ جيڪو هن جي مدد کان منهن موڙيندو تہ الله ان جي مدد ختم ڪري ڇڏيندو.

(9) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اي پائرو! جيستائين توهان علي (عليہ السلام) جي هٿ هيٺ يعني ان جي حڪم جا فرمانبردار رهندا تيستائين ڪڏهن بہ گمراهہ نہ ٿيندا ۽ هرگز هلاڪ نہ ٿيندا. جيستائين توهان ان جي مخالفت ڪندا تہ واٽون توهان کان گم ٿي وينديون يعني

توهان گمراهہ ٿي ويندا ۽ نفساني خواهشون توهان کي سرڪش ڪري ڇڏينديون. تنهنڪري توهان ذمة الله يعني الله جي واعدي جي باري ۾ الله کان ڊڄو ۽ ذمة الله علي بن ابوطالب (عليہ السلام) آهي.

(10) ابوامامہ باهلي کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: قيامت جي ڏينهن سڀ ماڻهو پنهنجا پنهنجا عمل وٺي ايندا پر اهي عمل انهن کي ڪوبہ فائدو ڪونہ ڏيندا، صرف ان شخص جا عمل قبول ٿيندا جنهن جي عملن کي علي بن ابوطالب (عليہ السلام) جي امامت قبول ڪرڻ کان پوءِ علي بن ابوطالب (عليہ السلام) قبول ڪندو.

(11) حضرت فاطمہ سلام الله عليها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جنهن جو مان والي ۽ حاڪم آهيان علي (عليہ السلام) بہ ان جو والي ۽ حاڪم آهي ۽ جنهن جو مان امام ۽ اڳواڻ آهيان علي (عليہ السلام) بہ ان جو امام ۽ اڳواڻ آهي.

(12) حضرت ام سلميٰ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو: جيڪڏهن علي (عليہ السلام) پيدا نہ ٿئي ها تہ فاطمہ (سلام الله عليها) جي لاءِ ڪوئي جوڙجيسي نہ هجي ها.

(13) علقمہ بن قيس ۽ اسود بن بريد بيان ڪيو آهي تہ اسان ٻئي حضرت ابوايوب انصاري رضي الله عنہ وٽ وياسين ۽ ان کي چيو اي ابوايوب! الله پنهنجي پيغمبر جي سبب توکي عزت بخشي جڏهن ان جل جلاله حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سواري کي وحي ڪئي ۽ اها تنهنجي دروازي تي ويهي رهي. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم توکي اها فضيلت عطا ڪئي جنهن سان تون ممتاز ٿي وئين. هاڻي تون علي (عليہ السلام) سان گڏ پنهنجي (جنگِ صفين ۾) وڃڻ جو حال بيان ڪر، جڏهن توڪلمو پڙهڻ وارن پاڻرن سان لڙائي ڪئي. ابوايوب رضي الله عنہ جواب ڏنو تہ مان توهان سان الله جو قسم کڻي ڳالهہ ڪيان ٿو تہ هڪڙي ڏينهن الله جا رسول (ﷺ)مون سان گڏ هن ئي گهر ۾ جنهن ۾ هاڻي توهان مون وٽ موجود آهيو تشريف فرما هيا ۽ هن گهر ۾ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم، علي عليہ السلام، مون ۽ انس رضي الله عنہ کان

سواءِ ٻيو ڪير بہ ڪونہ هو. علي عليہ السلام حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ساڄي پاسي تي وينا هيا ۽ مان سندن کاٻي پاسي هيس ۽ انس رضي الله عنہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سامهون بيٺو هيو تہ اوچتو ڪنهن دروازو کڙڪايو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انس رضي الله عنہ کي فرمايو تہ وڃي ڏس تہ دروازي تي ڪير آهي. انس رضي الله عنہ ويو ۽ موٽي اچي عرض ڪيو يارسول الله! عمار بن ياسر (رضي الله عنہ) آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو عمار پاڪ ۽ پاڪيزه جي لاءِ دروازو کول. انس رضي الله عنہ دروازو کوليو ۽ عمار رضي الله عنہ اندر اچي خدمت ۾ حاضر ٿيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي عمار! جلد منهنجي امت ۾ گهٽيون سخت اٿوڻندڙ ڳالهيون پيدا ٿينديون، ايستائين جو انهن جي وچ ۾ تلوار هلندي ۽ هڪڙا ٻين کي قتل ڪندا. جڏهن تون اهڙي حالت اکين سان ڏسين تہ توتي هن گنجي (اصلع) ※ جي جيڪو منهنجي ساڄي پاسي ويٺو آهي (يعني علي بن ابوطالب عليہ السلام) جي پيروي لازم آهي. جيڪڏهن سيئي ماڻهو هڪڙي ميدان ۾ هليا وڃن ۽ علي (عليہ السلام) مخالف ميدان ۾ هجي تہ تون بہ علي (عليہ السلام) واري ميدان ۾ وڃجان ۽ ٻين سيني ماڻهن کي ڇڏي ڏجان. اي عمار! علي (عليہ السلام) توکي هدايت جي واٽ تان ڪونہ ڦيرائيندو ۽ گمراهي جي رستي ڏانهن ڪونہ موڪليندو. اي عمار! علي (عليہ السلام) جي اطاعت بلڪل منهنجي اطاعت آهي ۽ منهنجي اطاعت عين الله جي اطاعت آهي.

(14) امام ابوجعفر محمد باقر عليہ السلام فرمايو تہ سورت بقر جي 208 آيت "يَآاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا ادْخُلُوْا فِي السِّلْمِ كَآفَّةً" معنيٰ: اي ايمان وارو! اسلام ۾ پوري طرح داخل ٿيو ۾ سِلم مان مراد علي عليہ السلام ۽ ان جي اوصياء عليهم السلام جي ولايت آهي جيڪي علي عليہ السلام کان پوءِ ٿيڻ وارا آهن.

※ نوٽ: عربي ۾ اصلع ان کي چوندا آهن جنهن جي مٿي تي سامهون يعني پيشانيءَ وٽان وار کُٽل هجن يعني پيشانيءَ وٽان گنجو هجي.

## ڇهين مودت

### ان ڳالهہ بابت تہ علي عليہ السلام رسول الله ﷺ جا ڀاءُ ۽ انهن جا وزير آهن ۽ ان جي اطاعت الله جي اطاعت آهي

(1) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مون جنت جي دروازي تي لا الٰه الا الله محمد رسول الله وعلى ولى الله اخو رسول الله لکيل ڏٺو آهي يعني الله کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي ۽ محمد الله جو رسول آهي ۽ علي الله جو ولي ۽ الله جي رسول جو ڀاءُ آهي.

(2) حضرت انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ مونکي سڀني نبين مان چونڊيو ۽ مونکي ترجيح ڏني ۽ منهنجي لاءِ هڪڙو وصي چونڊيو ۽ مون پنهنجي سوٽ کي پنهنجو وصي مقرر ڪيو ۽ الله ان سان منهنجي سگهہ کي مضبوط ڪيو جيئن موسيٰ عليہ السلام جي سگهہ کي ان جي ڀاءُ هارون عليہ السلام سان مضبوط ڪيو هو. منهنجو اهو سوٽ ۽ ڀاءُ منهنجو خليفو ۽ منهنجو وزير آهي ۽ جيڪڏهن مون کان پوءِ ڪو پيغمبر هجي ها تہ بيشڪ علي بن ابوطالب (عليہ السلام) پيغمبر هجي ها.

(3) ابوموسيٰ حميدي بيان ڪيو آهي تہ مان حج (عرفات) واري ڏينهن منجهند جو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ هيس ۽ حضرات ابوبڪر، عمر، عثمان ۽ ڪجهہ ٻين اصحابن سان گڏ علي (عليہ السلام) بہ پاڻ سڳورن سان گڏ هيا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کي مخاطب ٿيندي فرمايو اي ابوبڪر! هن شخص يعني علي بن ابوطالب کي تون ڏسي رهيو آهين، هي آسمان ۾ منهنجو وزير آهي ۽ زمين ۾ منهنجو وزير آهي. جيڪڏهن تون گهرين تہ الله تعاليٰ سان اهڙي حالت ۾ ملاقات ڪرين جو اهو توکان راضي

هجي تہ علي (عليہ السلام) کي راضي ڪر، ڇوتہ ان جي خوشنودي الله جي خوشنودي آهي ۽ ان جي ڪاوڙ عين غضب الاهي آهي.

(4) حضرت عمر رضي الله عنہ بن خطاب کان روايت آهي تہ جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجن اصحابن ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو تہ فرمايو: هي علي (عليہ السلام) دنيا ۽ آخرت ۾ منهنجو ڀاءُ آهي ۽ منهنجي اهلبيت ۾ منهنجو جانشين آهي ۽ منهنجي امت ۾ منهنجو وصي آهي ۽ منهنجي عِلم جو وارث ۽ منهنجي دين جو قاضي آهي. ان جو مال منهنجو مال آهي ۽ منهنجو مال ان جو مال آهي. ان جو فائدو منهنجو فائدو ۽ ان جو نقصان منهنجو نقصان آهي. جنهن ان کي دوست رکيو ان مونکي دوست رکيو. جنهن ان سان بغض رکيو ان مون سان بغض رکيو.

(5) ابوليليٰ غفاري کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مون کان پوءِ جلد هڪڙو فتنو برپا ٿيندو. جڏهن اهو فتنو شروع ٿئي تہ توهان علي (عليہ السلام) جي اطاعت کي پاڻ تي لازم ڪجو ڇوتہ اهو حق ۽ باطل جي وچ ۾ نيڪ فرق ڪرڻ وارو آهي.

(نوٽ: ڪتاب فردوس الاخبار ديلمي ۾ ائين لکيل آهي)

(6) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ منهنجي اطاعت ۽ منهنجي اهلبيت جي اطاعت ماڻهن (الناس) تي خاص ڪري ۽ خلق مان سموري مخلوقات تي ڪلي طور فرض ڪئي آهي. اصحابن عرض ڪيو تہ يارسول الله! ناس ۽ خلق مان هتي ڇا مراد آهي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ ناس مان مراد مڪي وارا آهن ۽ خلق مان الله جي سموري ساهواري مخلوق مراد آهي.

(7) علي المرتضيٰ عليہ السلام بيان ڪيو آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي فرمايو: اي علي! مان تنهنجي لاءِ ان شي کي پسند ڪندو آهيان جنهن کي پنهنجي لاءِ پسند ڪندو آهيان ۽

تنهنجي لاءِ ان شي کي ناپسند ڪندو آهيان جنهن کي پنهنجي جان لاءِ ناپسند ڪندو آهيان.

(8) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جڏهن معراج واري رات مونکي آسمان جو سير ڪرايو ويو تہ هر هڪ آسمان تي ملائڪ اچي مونکي خوشخبري ڏيندا هيا ايستائين جو جبرائيل عليہ السلام ملائڪن جي هڪڙي جماعت سان گڏ مونکي مليو ۽ چيو اي محمد! جيڪڏهن توهان جي امت علي بن ابوطالب جي محبت تي گڏ ٿيڻي هجي ها يعني پوري امت علي (عليہ السلام) کي دوست رکي ها تہ الله تعاليٰ دوزخ کي پيدا ئي نہ ڪري ها.

(9) حضرت عمر رضي الله عنہ بن خطاب کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جيڪڏهن ماڻهو علي بن ابوطالب (عليہ السلام) جي محبت تي گڏ ٿين ها تہ الله تعاليٰ دوزخ کي پيدا ئي نہ ڪري ها.

(10) زهري جو بيان آهي تہ انس بن مالڪ رضي الله عنہ چوندو هو تہ مان ان الله جو قسم کڻي ڳالهہ ڪيان ٿو جنهن کان سواءِ ٻيو ڪوبہ عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي، مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو آهي جو پاڻ سڳورا فرمائيندا هيا تہ مومن جي اعمال نامي جي شروعات علي بن ابوطالب (عليہ السلام) جي محبت سان آهي.

(11) حضرت علي بن ابوطالب عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ مونکي چئن ماڻهن سان محبت ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي ۽ مونکي خبر ڏني آهي تہ اهو (الله) بہ انهن کي دوست رکي ٿو. اصحابن مان ڪنهن عرض ڪيو، يارسول الله! انهن جا نالا اسان جي سامهون ظاهر ڪيو. پاڻ سڳورن فرمايو، انهن مان هڪڙو علي (عليہ السلام) آهي، علي (عليہ السلام) انهن مان آهي، علي (عليہ السلام) انهن مان آهي، ۽ سلمان، مقداد ۽ ابوذر (رضوان الله عليهم).

(12) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جنت جي دروازي تي لا الٰه الا الله محمد رسول الله علي اخو رسول الله يعني الله کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي محمد الله جو رسول آهي علي الله جي رسول جو ڀاءُ آهي, آسمانن ۽ زمين جي پيدا ٿيڻ کان ٻہ هزار سال پهريان لکيو ويو.

(13) ابورافع پنهنجي پيءُ جي حوالي سان روايت ڪئي آهي تہ اُحد واري لڙائي جي ڏينهن هڪڙي پڙهو ڏيڻ واري آواز ڏنو لاسيف الا ذوالفقار ولا فتي الا علي يعني ذوالفقار کان سواءِ ڪائي تلوار ڪونهي ۽ علي جهڙو ڪوئي جوانمرد ڪونهي.

(14) حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي (عليہ السلام) جي دوستي گناهن کي ايئن کائي ويندي آهي جيئن باهہ ڪاٺين کي کائي ويندي آهي.

(15) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي (عليہ السلام) جي محبت دوزخ کان ڇوٽڪاري جي راهداري آهي.

(16) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي فرمايو: اي علي! جيڪو بہ توکي دوست رکي اهو قيامت جي ڏينهن نبين سان گڏ انهن جي درجي ۾ هوندو. جيڪو انهيءَ حالت ۾ مري وڃي جو توسان بغض رکندو هجي تہ پوءِ اهو ان ڳالهہ جي ڳڻتي نہ ڪري تہ اهو يهودي ٿي مئو يا نصراني ٿي مئو.

(17) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعالىٰ هر نبيءَ جي اولاد ان نبيءَ جي پيڙهي ۾ رکي آهي پر منهنجي اولاد کي علي بن ابوطالب (عليہ السلام) جي پيڙهيءَ ۾ رکيو آهي.

(18) حضرت علي المرتضىٰ عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي جي لپ (هٿ) منهنجي لپ (هٿ) آهي.

(19) حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي فرمايو: اي ابو بڪر! منهنجي لپ (هٿ) ۽ علي جي لپ (هٿ) عدل ۾ برابر آهن يعني بنهيءَ جو هڪڙو درجو آهي.

(20) حضرت معاذ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي (عليہ السلام) سان دوستي اهڙي نيڪي آهي جو ان جي هوندي ڪابہ برائي نقصان نٿي پهچائي ۽ ان جي دشمني اهڙي خراب آهي جو ان جي موجودگيءَ ۾ ڪابہ نيڪي ڪم جي ڪونهي.

(21) محمد بن حنفيہ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعالىٰ علي (عليہ السلام) کي جنت ڏانهن مسلمانن جو اڳواڻ ڪيو آهي. ان جي ڪري محبت ڪرڻ وارا جنت ۾ داخل ٿيندا ۽ ان جي ڪري قيامت جي ڏينهن دين جي دشمنن کي عذاب ڏنو ويندو. اصحابن عرض ڪيو. يارسول الله! ان جي ڪيفيت بيان فرمايو. پاڻ سڳورن فرمايو. ان جي محبت جي ڪري ان سان محبت ڪرڻ وارا جنت ۾ داخل ٿيندا ۽ ان جي دشمني جي ڪري ان جا دشمن دوزخ ۾ ويندا ۽ انهن کي عذاب ٿيندو.

(22) حضرت علي المرتضىٰ عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي فرمايو: جيڪڏهن ڪوئي شخص ايترا سال الله جي عبادت ڪري جيترا سال نوح عليہ السلام پنهنجي قوم ۾ رهيو. ان وٽ اُحد جبل جيترو سون هجي ۽ اهو ان کي الله جي واٽ ۾ خيرات ڪري ۽ الله ان جي ايتري وڏي عُمر ڪري جو پيرين پيادل سفر ڪري هزار حج ڪري ۽ ان کان پوءِ مظلوميءَ واري حالت ۾ صفا ۽ مروه جي وچ ۾ قتل ڪيو وڃي. پر اي علي، جيڪڏهن اهو توکي

دوست نہ رکندو ھجي تہ اھو ڪڏھن بہ جنت جي خوشبوءِ بہ سنگھي ڪونہ سگھندو ۽ ڪڏھن بہ جنت ۾ داخل ڪونہ ٿيندو.

(23) حضرت عبدالله رضي الله عنہ بن سلام کان روايت آھي تہ مون حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ عرض ڪيو يارسول الله! مونکي عَلم حمد جي تعريف ۽ ان جي ڪيفيت کان آگاھہ ڪرڻ فرمايو. پاڻ سڳورن فرمايو ان جي ڊيگھہ ھزار سالن جي مسافري واري پنڌ برابر ھوندي ۽ ان جو ڏنڊو ڳاڙھي ياقوت جو ۽ ان جو مُنيو سفيد موتيءَ جو ۽ ان جو جھنڊو سائي زمرد جو ھوندو ۽ ان جا ٽي پلاند ھوندا. ھڪڙو پلاند اوڀر ۾ ھوندو، ٻيو پلاند اولھہ ۾ ۽ ٽيون پلاند وچ دنيا تي ھوندو. ان جي مٿان ٽي سٽون لکيل ھونديون. پھرين سٽ بسم الله الرحمان الرحيم، ٻي سٽ الحمد لله رب العالمين ۽ ٽين سٽ لا الٰه الا الله محمد رسول الله علي ولي الله. ھر سٽ جي ڊيگھہ ھزار ڏينھن جي پنڌ واري واٽ جيتري ھوندي. مون عرض ڪيو يارسول الله! توھان سچ فرمايو. ھاڻي اھو ٻڌايو تہ ان عَلم کي ڪير کڻندو. پاڻ سڳورن فرمايو ان کي اھو شخص کڻندو جيڪو دنيا ۾ منھنجو عَلم کڻندو آھي يعني علي بن ابوطالب، جنھن جو نالو الله تعاليٰ زمين ۽ آسمانن جي پيدا ٿيڻ کان پھريان لکيو آھي. مون عرض ڪيو يارسول الله! توھان سچ فرمايو. ھاڻي اھو ٻڌايو تہ توھان جي ان عَلم جي ڇانو ۾ ڪھڙا ماڻھو ھوندا. پاڻ سڳورن فرمايو مومن، ولي الله، الله جا شيعا، منھنجا شيعا ۽ مون سان محبت ڪرڻ وارا، علي (عليہ السلام) جا شيعا ۽ ان سان محبت ڪرڻ وارا ۽ دوست مددگار ان عَلم جي ڇانو ۾ ھوندا. تنھن ڪري انھن جو حال گھڻو سٺو آھي ۽ انھن جو انجام گھڻو ڀلو آھي. البت، ان شخص جي لاءِ عذاب آھي جيڪو علي (عليہ السلام) جي باري ۾ مونکي ڪوڙو ڪري يا علي (عليہ السلام) کي منھنجي باري ۾ ڪوڙو چوي يا ان مرتبي ۾ ان سان جھيڳڙو ڪري جنھن تي الله تعاليٰ ان کي فائز ڪيو آھي.

(24) حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جڏهن قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ ٻانهن جو حساب ڪري وٺندو تہ ٻن ملائڪن کي حڪم ڪندو تہ اهي ٻئي اچي پل صراط تي بيهندا. جنهن وٽ بہ علي بن ابوطالب (عليہ السلام) جي ولايت جو پروانو نہ هوندو تہ اهو پل صراط تان لنگهي نہ سگهندو ۽ الله تعاليٰ ان شخص کي اونڌي منهن جهنم ۾ وجهندو.

(25) رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي غلام ابورافع کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جيڪو بہ علي (عليہ السلام) جي حق کي نہ سڃاڻي اهو ٽن شخصن مان هڪ جهڙو هوندو. (1) يا تہ ان جي ماءُ زناڪار آهي يعني اهو حرامي ٻار آهي؛ (2) يا ان جي ماءُ سان مڙس حيض يا نفاس جي ڏينهن ۾ ملاقات ڪئي هوندي ۽ ان کي پيٽ ٿي ويو هوندو. (3) يا اهو شخص منافق آهي.

## سٺين مودت

### علي عليہ السلام جي فضائل ۽ ان ڳالھ جي بيان ۾ تہ علي عليہ السلام رسول الله ﷺ جو قرض ادا ڪرڻ وارو آهي ۽ ان جو ايمان سموري مخلوق جي ايمان تي فوقيت رکي ٿو ۽ اهو رسول الله ﷺ کان پوءِ سڀني ماڻهن کان برتر ۽ افضل آهي

(1) امام علي (زين العابدين) بن حُسين عليهم السلام عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي حوالي سان روايت بيان ڪئي آهي جنهن چيو تہ سلمان فارسي رضي الله عنہ ڪنهن شخص جي مزاج پرسي لاءِ ويجي رهيو هو تہ اهو اسان وٽان گذريو ۽ اسان ڪچهري ڪري رهيا هياسين. اسان مان هڪڙو شخص چئي رهيو هو تہ جيڪڏهن مان گهران تہ توهان کي اهڙي شخص جي حال کان خبروار ڪريان جيڪو اسان جي نبي سڳوري کان پوءِ هن پوري امت ۾ افضل آهي. پوءِ ان سلمان رضي الله عنہ کي ٻڌائڻ لاءِ منٿ ڪئي. سلمان رضي الله عنہ چيو آگاهہ ٿي وڃو الله جو قسم، جيڪڏهن مان گهران تہ بيشڪ مان توهان کي اهڙي شخص جي حال کان واقف ڪيان جيڪو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ پوري امت ۾ افضل آهي ۽ هنن ٻنهي شخصن ابوبڪر ۽ عمر (رضوان الله عليهم) کان برتر ۽ بهتر آهي. اهو چئي سلمان رضي الله عنہ وڃڻ لڳو تہ ماڻهن ان کي چيو اي ابوعبدالله! تو پوري ڳالھ ڪونہ ٻڌائي. سلمان رضي الله عنہ چيو تہ مان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيس، جڏهن تہ پاڻ سڳورا بيماريءَ سبب ڪافي هيٺي حالت ۾ هيا. مون کين عرض ڪيو يارسول الله! ڇا توهان ڪنهن شخص کي پنهنجو وصي مقرر ڪيو آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو اي سلمان! ڇا تون وصين (اوصياء) کي ڄاڻين ٿو؟ مون عرض ڪيو تہ الله ۽ ان جو رسول بهتر ڄاڻن ٿا. پاڻ سڳورن فرمايو آدم عليہ السلام جو وصي شيث عليہ السلام هو ۽

آدم عليہ السلام جي سموري اولاد ۾ جيڪا ان ڪان پوءِ باقي رهي، بهتر هو، نوح عليہ السلام جو وصي سام عليہ السلام هو ۽ اهو سڀني ڪان افضل هو جن ڪي حضرت نوح عليہ السلام پنهنجي پٺيان ڇڏيو، حضرت موسيٰ عليہ السلام جو وصي يوشع عليہ السلام هو ۽ اهو سڀني ڪان افضل هو جيڪي حضرت موسيٰ عليہ السلام ڪان پوءِ باقي رهيا. حضرت سليمان عليہ السلام جو وصي آصف عليہ السلام بن برخيا هو ۽ اهو سڀني ماڻهن ۾ جن ڪي حضرت سليمان عليہ السلام پنهنجي پٺيان ڇڏيو بهتر هو، حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو وصي شمعون عليہ السلام بن فرخيا هو جيڪو انهن سڀني ماڻهن ڪان بهتر هو جيڪي حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڪان پوءِ باقي رهيا، ۽ مون علي بن ابوطالب (عليہ السلام) ڪي پنهنجو وصي ڪيو آهي ۽ اهو سڀني ماڻهن ڪان جن ڪي مان پاڻ ڪان پوءِ پٺيان ڇڏي وڃي رهيو آهيان، بهتر ۽ افضل آهي.

(2) ابووائل جو چوڻ آهي تہ عبدالله بن عمر رضي الله عنهما اسان سان بيان ڪيو تہ جڏهن اسان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن ڪي ڳڻيندا هياسين تہ چوندا هياسين، ابوبڪر، عمر، عثمان وغيره. تڏهن هڪڙي شخص پڇيو تہ اي ابوعبدالرحمان! علي (عليہ السلام) ڪهڙي پاسي آهي؟ عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جواب ڏنو تہ علي (عليہ السلام) پاڪ اهلبيت مان آهي ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان انهن جي درجي ۾ آهي. ان سان گڏ ڪنهن ٻئي شخص ڪي قياس نٿو ڪري سگهجي، ڇوتہ الله تعاليٰ قرآن شريف جي سورت طور جي 21 آيت ۾ فرمايو آهي "وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَ اتَّبَعَتْهُمْ ذُرِّيَّتُهُمْ بِاِيْمَانٍ اَلْحَقْنَا بِهِمْ ذُرِّيَّتَهُمْ" معنيٰ: ۽ جن ايمان آندو ۽ سندن اولاد ايمان سان انهن جي پيروي ڪئي تہ اسان انهن جي اولاد ڪي انهن سان ملائينداسين. تنهن ڪري حضرت فاطمہ سلام الله عليها رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ انهن جي درجي ۾ آهن ۽ علي عليہ السلام انهن ٻنهي سان گڏ آهن.

(3) احمد بن محمد ڪروري بغدادي بيان ڪيو آهي تہ مون عبدالله بن احمد بن حنبل کان ٻڌو اهو چئي رهيو هو تہ مون پنهنجي پيءُ احمد بن حنبل کان اصحابن جو تفصيل معلوم ڪيو. ان جواب ڏنو ابوبڪر، عمر، عثمان. ايترو چئي ماٺ ٿي ويو. عبدالله چيو تہ اي باباسائين! علي بن ابوطالب عليہ السلام ڪٿي آهي؟ ان جواب ڏنو تہ علي عليہ السلام اهلبيت مان آهي. انهن (ابوبڪر، عمر، عثمان) کي ان سان قياس نٿو ڪري سگهجي، يعني اهي ٽئي اصحابي مرتبي ۾ علي عليہ السلام سان برابر نٿا ٿي سگهن.

(4) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: پوري جهان جي مَردن ۾ افضل منهنجي زماني ۾ علي (عليہ السلام) آهي ۽ پوري جهان جي پهرين کان آخري عورت تائين بهتر فاطمہ (سلام الله عليها) آهي.

(5) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مهاجرن ۽ انصارن جي سامهون علي (عليہ السلام) ڏانهن توجهہ ڪندي فرمايو: اي علي! جيڪڏهن هڪڙو شخص الله جي اهڙي عبادت ڪري جيڪو عبادت ڪرڻ جو حق آهي، پوءِ تنهنجي ۽ اهلبيت جي باري ۾ سيني ماڻهن کان افضل هجڻ ۾ شڪ ڪري تہ اهو جهنم ۾ ويندو.

(6) سلمان فارسي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اصحابن کي فرمايو: اي اصحابيو! توهان مان سڀ کان پهريان قيامت جي ڏينهن جيڪو شخص حوض ڪوثر تي ايندو ۽ جنهن توهان سيني کان اڳ ۾ ايمان آندو آهي اهو علي بن ابوطالب (عليہ السلام) آهي.

(7) انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: منهنجو ڀاءُ ۽ منهنجو وزير ۽ منهنجي اهلبيت ۾ منهنجو خليفو ۽ انهن سيني ماڻهن کان جن کي مان پاڻ کان پوءِ ڇڏيان

ڇڏي ويندس، بهتر ۽ برتر ۽ منهنجا قرض ادا ڪرڻ وارو آهي ۽ منهنجا واعدا پورا ڪرڻ وارو آهي، اهو علي بن ابوطالب (عليہ السلام) آهي.

(8) ابوحمزه ثمالي کان روايت آهي تہ ابوجعفرمحمد باقر عليہ السلام پنهنجي ابن ڏاڏن جي حوالي سان مون سان روايت بيان ڪئي تہ جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جون بيماري واري حالت ۾ هن دنيا مان آخري گهڙيون هيون تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو مٿو مبارڪ علي عليہ السلام جي جهوليءَ ۾ هيو ۽ سندن چاچو عباس رضي الله عنہ پاڻ سڳورن جي جسم مبارڪ تان مکيون هٽائي رهيو هو ۽ پورو گهر مهاجرن ۽ انصارن سان ڀريل هو. ان وقت حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم عباس رضي الله عنہ کي فرمايو: اي چاچا! ڇا توهان منهنجي وصيت کي قبول ڪندا ۽ منهنجي واعدن کي پورو ڪندا؟ عباس رضي الله عنہ جواب ڏنو يارسول الله! مان هڪڙو ڪراڙو مڙس آهيان ۽ منهنجو عيال بہ گهڻو آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٽي ڀيرا پنهنجي ڳالهہ کي ورجايو ۽ عباس رضي الله عنہ هر ڀيري اهوئي جواب ڏنو تہ مان پيرڙو آهيان ۽ منهنجو ڪٽنب وڏو آهي. ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اميرالمومنين علي عليہ السلام کي فرمايو: علي! تون منهنجي وصيت کي قبول ڪندين ۽ منهنجا واعدا پورا ڪندين؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اها ڳالهہ ٻڌي حضرت علي عليہ السلام تي اهڙي رقعت طاري ٿي وئي ۽ نڙي اٽڪي پئي جو جواب ڏئي نہ سگهيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم وري اها ڳالهہ ورجائي تہ حضرت علي عليہ السلام عرض ڪيو يارسول الله! منهنجا پيءُ ماءُ توهان تي قربان، جي هائو مونکي قبول آهي. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي علي! تون منهنجو ڀاءُ ۽ وصي ۽ وزير ۽ جانشين آهين. پوءِ بلال رضي الله عنہ کي فرماياٿون، اي بلال! منهنجي تلوار ذوالفقار ڪڍي اچ. بلال رضي الله عنہ تلوار ڪڍي اچي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سامهون رکي. پاڻ سڳورن پوءِ فرمايو اي بلال! منهنجو خود (لوهو ٽوپلو) ذوالنجدين ڪڍي اچ. ان ٽوپلو (خود) ڪڍي اچي حاضر ڪيو. پاڻ سڳورن

پوءِ فرمايو اي بلال! منهنجي زرهہ ذات الفصول کڻي اچ. ان زرهہ کڻي اچي حاضر ڪئي. پاڻ سڳورن پوءِ فرمايو اي بلال! منهنجو گهوڙو مرتجز ڪاهي اچ. ان گهوڙو ڪاهي اچي اتي بڌو. پاڻ سڳورن پوءِ فرمايو اي بلال! منهنجي ڏاچي غضبىٰ ڪاهي اچ. ان ڏاچي ڪاهي اچي ان جو گوڏو بڌي ويهاريو. پاڻ سڳورن پوءِ فرمايو اي بلال! منهنجي سحاب نالي يمني چادر کڻي اچ. ان اها کڻي اچي حاضر ڪئي. پاڻ سڳورن پوءِ فرمايو اي بلال! منهنجو تازيانو ممشوق کڻي اچ. ان تازيانو کڻي اچي حاضر ڪيو ۽ اتي رکي ڇڏيو. مطلب تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم واري واري سان هڪڙي هڪڙي شي جو نالو ٿي ورتو ايستائين جو اهو سندرو گهرايائون جيڪو پاڻ سڳورا لڙائي جي وقت پنهنجي پيٽ مبارڪ کي بڌندا هيا. ان کان پوءِ پنهنجي منڊي هٿ مان لاهي علي عليہ السلام کي عطا ڪيائون. ان کان پوءِ ارشاد فرمايو اي علي! هي سيئي شيون کڻي وڃ، مهاجرن ۽ انصارن جي سامهون پنهنجي گهر رکي اچ. ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي اهو اختيار ڪونهي تہ مون کان پوءِ انهن شين جي باري ۾ توسان جهڳڙو ڪري. پوءِ اميرالمومنين علي عليہ السلام ويا ۽ سيئي شيون پنهنجي گهر رکي واپس آيا.

(9) ابوهريره رضي الله عنہ ۽ ابوسعيد خدري رضي الله عنہ جي حوالي سان ابوصالح روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ کي سورت برات (توبه) ڏئي مڪي ڏانهن موڪليو. جڏهن اهو ضجنان جي ماڳ تي پهتو تہ علي عليہ السلام جي سواريءَ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو ۽ ان کي سڃاتائين. معلوم ڪيائين تہ مون بابت ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ حضرت علي عليہ السلام جواب ڏنو تہ سٺي ڳالهہ آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي حڪم ڏنو آهي تہ سورت برات (توبه) مان کڻي وڃان. راوي جو بيان آهي تہ جڏهن اسان مديني موٽي آياسين تہ حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيو. يارسول الله!

منهنجي لاءِ ڪهڙو حڪم آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو خير آهي ۽ تون غار ۾ منهنجو ساٿي رهيو آهين. باقي صرف اها ڳالهہ آهي تہ منهنجي رسالت جي پيغام کي ياتہ مان پاڻ پهچائي سگهان ٿو يا جيڪو شخص مون مان هجي (يعني منهنجي درجي ۾ هجي) اهوئي پهچائي سگهي ٿو يعني علي بن ابوطالب (عليہ السلام).

(10) عبدالله جَويشقہ بن مرة العيري پنهنجي ڏاڏي جي حوالي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ حضرت عمر رضي الله عنہ بن خطاب وٽ بہ شخص ٻانهيءَ کي طلاق بابت مسئلو پڇڻ آيا تہ عمر رضي الله عنہ ماڻهن جي هڪڙي ٽولي ڏانهن ويا جنهن ۾ هڪڙو گنجو (اصلع) شخص موجود هو. ان کي چيائين تہ اي اصلع! ٻانهيءَ کي طلاق جي مسئلي ۾ تنهنجي ڪهڙي راءِ آهي. ان آڱرين جي اشاري سان جواب ڏنو ۽ اشهد آڱر ۽ وچين آڱر استعمال ڪيائين. ان وقت عمر رضي الله عنہ بن خطاب انهن ٻنهي شخصن ڏانهن ڏنو تہ انهن مان هڪڙي چيو سبحان الله. اسان توهان وٽ آيا هياسين تہ توهان اميرالمومنين آهيو ۽ توهان کان هڪڙو مسئلو پڇيو هو. توهان وري هڪڙي اهڙي شخص وٽ وٺي آيا جنهن, الله جو قسم, توهان سان ڳالهايوئي ڪونہ. اهو ٻڌي عمر رضي الله عنہ ان کي چيو توهان کي خبر آهي تہ هي شخص ڪير آهي؟ انهن ٻنهي چيو تہ, نہ. عمر رضي الله عنہ چيو هي علي بن ابوطالب (عليہ السلام) آهي. مان شاهدي ڏيان ٿو تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو آهي جو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمائيندا هيا تہ جيڪڏهن آسمانن ۽ زمين تي رهڻ وارن جي ايمانن کي تارازيءَ جي هڪڙي پُڙ ۾ رکيو وڃي ۽ علي (عليہ السلام) جو ايمان ٻئي پُڙ ۾ رکي ٻنهي کي توريو وڃي تہ علي بن ابوطالب (عليہ السلام) جو ايمان سڀني کان ڳرو ٿي ويندو.

(11) حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مون کان پوءِ منهنجي امت ۾ سڀني کان وڏيڪ عِلم وارو علي بن ابوطالب (عليہ السلام) آهي.

(12) حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي (عليہ السلام) منهنجي عِلم جو دروازو آهي ۽ مون کان پوءِ منهنجي امت جي لاءِ ان شريعت کي بيان ڪرڻ وارو آهي جنهن سان الله تعالىٰ مونکي موڪليو آهي. ان جي محبت ايمان آهي ۽ ان جي دشمني منافقت آهي. ان ڏانهن ڏسڻ شفقت ۽ مهرباني آهي ۽ ان جي دوستي عبادت آهي.

(نوٽ: حافظ ابونعيم بہ هن حديث کي پنهنجي سَنَد سان روايت ڪيو آهي.)

(13) ابوسفيان ثوري منصور کان ۽ ان ابراهيم نخعي کان ۽ ان علقمہ کان روايت ڪئي آهي تہ ان (علقمہ) چيو تہ مان حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ وٽ ويٺو هيس، ڪنهن ان کان علي عليہ السلام جي باري ۾ معلوم ڪيو. عبدالله رضي الله عنہ جواب ڏنو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ حڪمت کي ڏهن حصن ۾ ورهايو ويو. انهن مان نَوَ حصا علي (عليہ السلام) کي عطا ڪيا ويا ۽ هڪڙو حصو باقي ماڻهن کي.

(14) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعالىٰ مون ۾ ۽ منهنجي اهلبيت ۾ فضل، شرف، سخاوت، شجاعت، حِلم ۽ عِلم کي گڏ ڪيو آهي ۽ آخرت خاص اسان جي لاءِ آهي ۽ دنيا توهان جي لاءِ.

(15) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان عِلم جو شهر آهيان ۽ علي (عليہ السلام) ان جو دروازو آهي.

(16) حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ ۽ حضرت جابر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي فرمايو: اي علي! منهنجي نظر ۾ تنهنجو مرتبو اهڙو آهي جيئن موسىٰ عليہ السلام وٽ هارون عليہ السلام جو مرتبو هو. البت، اهو فرق آهي تہ مون کان پوءِ ڪوبہ نبي نہ هوندو.

(17) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ عِلم جا ڏهہ حصا ڪيا ۽ انهن مان نَوَ حصا خاص علي (عليہ السلام) کي عطا ڪيا ۽ ڏهون حصو سڀني ماڻهن ۾ ورهايو ۽ اهو يعني علي (عليہ السلام) ڏهين حصي ۾ بہ سڀني ماڻهن کان وڌيڪ عِلم وارو آهي. يعني ڏهين حصي ۾ بہ سڀني سان شامل آهي ۽ ان ۾ بين کان وڌيڪ حصو حاصل ڪيو آهي.

(18) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي (عليہ السلام) مون سان ائين آهي جيئن منهنجي جسم لاءِ منهنجو مٿو.

(19) حضرت جابر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: ان جماعت ۾ ڪنهن بہ قسم جي بهتري ۽ نيڪي ڪونهي جن جي وچ ۾ علي (عليہ السلام) جي اولاد مان ڪوئي شخص ڪرڻ وارين ڳالهين لاءِ حڪم ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ وارين ڳالهين کان روڪڻ وارو (امر بالمعروف و نهي عن المنڪر)موجود نہ هجي.

(20) حضرت جابر رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان هن امت جو نذير يعني الله جي عذاب کان ڊيجارڻ وارو آهيان ۽ علي (عليہ السلام) هن امت جو هادي يعني الله جي واٽ ڏيکارڻ وارو آهي.

## ائين مودت

### ان بيان ۾ تہ رسول الله ﷺ ۽ علي عليہ السلام ٻئي هڪڙي نور مان پيدا ٿيا آهن ۽ علي عليہ السلام کي الله تعاليٰ اهي خصلتون عطا ڪيون آهن جيڪي پوري جهان ۾ ڪنهن کي نصيب نہ ٿيون آهن

(1) علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي پاڻ سان گڏ وٺي بتن کي ڀڃڻ لاءِ تشريف کڻي هليا. مونکي فرمايائون تہ ويهہ. مان ڪعبت الله جي پاسي ۾ ويهي رهيس. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم منهنجي ڪلهن تي چڙهيا ۽ مونکي فرمايائون تہ مونکي بت ڏانهن مٿي ڪڻ تہ مون پاڻ سڳورن کي مٿي کنيو. جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي وزن ڪري مونکي ڪمزور محسوس ڪيو تہ فرمايو اي علي! ويهہ. مان ويهي رهيس ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم منهنجي ڪلهن تان لهي پاڻ ويهي رهيا. مونکي ارشاد فرمايو اي علي! منهنجي ڪلهن تي چڙهہ تہ مان سندن ڪلهن تي چڙهي ويٺس. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي کڻي مٿي اٿيا ۽ مونکي ايترو مٿي ڪيو جو مونکي خيال آيو تہ جيڪڏهن مان گهران تہ آسمان کي ڇهي وٺان. مان ڪعبت الله تي چڙهي ويس ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم پاسي تي ٿي بيٺا. رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ سڀني کان وڏي بت کي, جيڪو قريش جو بت هو ۽ ٽامي جو ٺهيل هو ۽ لوهہ جي ميخن سان ٻڌل هو اکيڙي هيٺ اڇلاءِ. مان لڳاتار زور لڳائيندو رهيس ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمائيندا رهيا, "ها, ها." مان زور لڳائيندو رهيس ايستائين جو ان کي اکيڙي هيٺ اڇلايو. پاڻ سڳورن پوءِ فرمايو. هن کي پورا پورا ڪري ڇڏ. مون ان کي ڀڃي ڀيرا پورا ڪري اڇلائي ڇڏيو.

(2) حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنه کان روايت آهي ته مون رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم کان ٻڌو جو پاڻ سڳورا فرمائيندا هيا، الله تعاليٰ پنهنجي عرش کان زمين ڏانهن ڏٺو ۽ اهو ڏسڻ بنا ڪيفيت ۽ بي زوال هو. پوءِ سڄي زمين وارن مان الله تعاليٰ مونکي چونڊيو ۽ علي (عليه السلام) کي منهنجي لاءِ نياڻو چونڊيو جيڪو سڄي اڳين ۽ پوين ۽ سڄي نبين ۽ رسولن جو سردار آهي. اهو رُڪن، مقام، حوض ڪوثر، زمزم، مشعر اعليٰ ۽ جمرات جي عظمت وارو آهي. ان جي ساڃي صفا ۽ کاٻي مروه آهي. الله تعاليٰ ان کي اها نعمت عطا ڪئي آهي جيڪا ڪنهن پيغمبر ۽ مقرب ملائڪ کي نه ڏني. حضرت ابوذر رضي الله عنه جو بيان آهي ته اسان اصحابن عرض ڪيو يارسول الله! اها ڪهڙي شي آهي. پاڻ سڳورن فرمايو اها فاطمه عذرا بتول (سلام الله عليها) آهي جيڪا هر رات ڪنواري عورت وانگر ٿي ويندي آهي ۽ اهڙي زال ڪنهن نبي سڳوري کي به نه ملي. هن (علي) کي حَسن ۽ حُسين (عليهم السلام) عطا ڪيا آهن ۽ اهڙا پٽ ڪنهن جي به نصيب ۾ ڪونه آيا آهن. هن (علي) کي مون جهڙو سهرو عطا ڪيو ۽ ڪنهن جو به سهرو مون جهڙو ڪونهي. هن (علي) کي بهشت ۽ دوزخ ورهائڻ وارو ڪيو آهي ۽ اها ڳالهه ملائڪن کي به عطا نه ڪئي. هن (علي) جي شيعن لاءِ بهشت لکي ڇڏيو آهي ۽ هن کي مون جهڙو ڀاءُ عطا ڪيو آهي ۽ ڪنهن جو به ڀاءُ مون جهڙو ڪونه آهي. اي ڀائرو! جيڪو به الله جي غضب کي پاڻ کان ٽارڻ گهري ۽ اهو گهري ته الله تعاليٰ ان جا عمل قبول ڪري ته ان کي گهرجي ته علي بن ابوطالب (عليه السلام) ڏانهن نهاري، ڇوته ان ڏانهن ڏسڻ سان ايمان وڌندو آهي. هن (علي) جي دوستي گناهن کي ائين مٽائيندي آهي جيئن باهه ڪَٺ کي ڳاريندي آهي.

(3) رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي گهرواري ام المومنين ام سلميٰ رضي الله عنها کان روايت آهي ته مون رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم کان ٻڌو جو پاڻ سڳورن فرمايو: ماڻهو علي (عليه السلام) جي ڪري مومن جي نالي سان نامزد ٿيا آهن. جيڪڏهن علي (عليه السلام)

ايمان نہ آڻي ها تہ منهنجي امت ۾ ڪير بہ مومن نہ هجي ها. علي (عليہ السلام) مختار جي نالي سان نامزد ٿيو انهيءَ ڪري جو الله تعاليٰ ان کي پسند ڪيو. ان جي مرتضيٰ جي نالي سان انهيءَ ڪري سڃاڻپ ٿي جو الله تعاليٰ ان کي چونڊيل ڪيو ۽ علي جي نالي سان انهيءَ ڪري نامزد ٿيو جو ان کان اڳ۾ الله جي ان نالي تي ڪنهن جو بہ نالو نہ رکيو ويو. فاطمہ (سلام الله عليها) جو نالو بتول انهيءَ ڪري آهي جو اها هر رات بتول يعني ڪنواري عورت وانگر ٿي ويندي آهي ۽ مريم عليہ السلام جو نالو بتول انهيءَ ڪري ٿيو جو ڪنواري حالت ۾ عيسيٰ عليہ السلام کي ڄڻيائين.

(4) رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سوٽ عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان اميرالمومنين علي عليہ السلام تي علي نالو رکڻ واري ڳالهہ جي هيئن روايت آهي تہ جڏهن فاطمہ رضي الله عنها بنت اسد کي اميدواري ٿي ۽ ان ٻار ڄڻيو تہ چوڻ لڳي تہ نالو مان رکنديس ۽ ابوطالب چيو تہ نالو رکڻ منهنجو حق آهي. اهو معاملو ورقہ بن نوفل وٽ پيش ٿيو ۽ ان فيصلو ڪيو تہ جيڪڏهن پٽ هجي تہ نالو رکڻ پيءُ جو حق آهي ۽ جيڪڏهن ڌي هجي تہ نالو رکڻ ماءُ جو حق آهي. جيئن تہ فاطمہ رضي الله عنها بنت اسد پٽ ڄڻيو هو انهيءَ ڪري ان ابوطالب کي چيو تہ پنهنجي پٽ جو نالو رکي. ابوطالب چيو تہ مون ان جو نالو حارث رکيو. فاطمہ رضي الله عنها چيو تہ مان پنهنجي پٽ کي حارث ڪونہ سڏينديس. ان چيو تہ، ڇو؟ فاطمہ رضي الله عنها جواب ڏنو تہ انهيءَ ڪري جو حارث ابليس جي نالن مان هڪڙو نالو آهي. تڏهن ابوطالب چيو تہ رات جو جبل ابوقبيس تي هلون ۽ آسمان جي مالڪ الله تعاليٰ کان دعا ڪيون، شايد اهو ان باري ۾ اسان جي ڪا رهنمائي ڪري. جڏهن شام ٿي ۽ رات اونداهي ٿيڻ لڳي تہ ٻئي زال مڙس گهر مان نڪتا ۽ ابوقبيس جبل تي چڙهڻ لڳا. جڏهن مٿي وڃي پهتا تہ حضرت ابوطالب رضي الله عنہ شعر پڙهيا جن جو ترجمو هي آهي: "اي اونداهي ۽ اونداهي رات ۽ روشن ٿيڻ واري ۽ روشني پکيڙڻ واري صبح جا پالڻهار! پنهنجي مقرر

ٽيل حڪم ڪي اسان تي ظاهر ڪر تہ اسان هن پٽڙي جو ڪهڙو نالو رکون." هڪدم آسمان مان هڪڙو خوفناڪ ۽ دهشت وارو آواز آيو. ابوطالب رضي الله عنہ نگاهون مٿي ڪري ان طرف ڏٺو تہ، ڇا ٿو ڏسي تہ سائي زبرجد جي هڪڙي ڦرهي آهي ۽ ان ۾ چار سٽون لکيل آهن. حضرت ابوطالب رضي الله عنہ پنهنجي ٻنهي هٿن سان ان کي پڪڙيو ۽ زور سان ان کي پنهنجي سيني سان لڳايو. ان ۾ ہہ شعر لکيل هيا جن جي معنيٰ هي آهي: "توهان ٻنهي تي پاڪ ۽ صاف، چونڊيل ۽ پسند ڪيل پٽ جي عنايت ڪئي وئي آهي ۽ الله بلند ۽ بزرگ جي طرفان ان جو نالو علي (عليہ السلام) آهي جيڪو الله جي نالي علي مان نڪتل آهي. انهن شعرن کي پڙهي حضرت ابوطالب رضي الله عنہ گهڻو خوش ۽ پرسڪون ٿي ويا ۽ ڏهن اُٺن جي قرباني سان ان جو عقيقو ڪيائون ۽ سيني ماڻهن کي چڱي نموني سان دعوت ڪارائي وئي. اها ڦرهي ڪعبت الله شريف ۾ لٽڪيل هوندي هئي ۽ بنوهاشم ان جي سبب فخر ۽ قريشين تي ٽوڪون ڪندا هيا تان جو جڏهن عبدالملڪ بن مروان جي عبدالله بن زبير سان لڙائي ٿي تہ ان کي پٽي ڇڏيو. ٻي روايت ۾ اهو جملو هيئن آيو آهي تہ "جڏهن عبدالله بن زبير تي حجاج ملعون چڙهائي ڪئي تہ ان وقت اها ڦرهي گم ٿي وئي.

(5) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جيڪو اسرافيل کي ان جي هيئت ۾ ۽ ميڪائيل کي ان جي رتبي ۾ ۽ جبرائيل کي ان جي جلالت ۾ ۽ آدم عليہ السلام کي ان جي عِلم ۾ ۽ نوح عليہ السلام کي ان جي الله کان خوف ڪرڻ ۾ ۽ ابراهيم عليہ السلام کي ان جي خليل الله هجڻ ۾ ۽ يعقوب عليہ السلام کي ان جي ڏک ۽ غم ۾ ۽ موسيٰ عليہ السلام کي ان جي پالڻهار جي مناجات ڪرڻ ۾ ۽ ايوب عليہ السلام کي ان جي صبر ۾ ۽ يحيٰ عليہ السلام کي ان جي زهد ۾ ۽ عيسيٰ عليہ السلام کي ان جي عبادت ۾ ۽ يونس عليہ السلام کي ان جي پرهيزگاريءَ ۾ ۽ مون محمد (صلی الله علیہ وآلہ وسلم) کي ان جي حسب ۽ خُلق جي ڪمال ۾ ڏسڻ گهري تہ ان کي

گهرجي تہ اهو علي بن ابوطالب (عليہ السلام) ڏانهن نهاري، چوتہ ان ۾ پيغمبريءَ جون 90 خصلتون موجود آهن جن کي الله تعاليٰ هن ۾ گڏ ڪيو آهي ۽ هن کان سواءِ ڪنهن ٻئي ۾ انهن مڙني خصلتن کي گڏ ڪونہ ڪيو آهي.

(نوٽ: اهي سڀ فضيلتون ڪتاب جواهر الاخبار ۾ لکيل آهن.)

(6) حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان ۽ علي حضرت آدم عليہ السلام جي پيدا ٿيڻ کان چار هزار سال اڳ هڪڙي نور مان پيدا ڪيل آهيون. جڏهن الله تعاليٰ حضرت آدم عليہ السلام کي پيدا ڪيو تہ اهو نور ان جي پٺيءَ ۾ رکيو ويو. پوءِ لڳاتار اهو نور هڪڙي ئي شي رهيو ايستائين جو عبدالمطلب جي پٺيءَ ۾ اچي اسان الڳ ٿي وياسين. هاڻي مون ۾ نبوت آهي ۽ علي ۾ خلافت ۽ وصايت.

(7) حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان ۽ علي هڪڙو نور هياسين ۽ اهو نور الله جي بارگاهہ ۾ حاضر هو. اهو نور حضرت آدم عليہ السلام جي پيدا ٿيڻ کان چوڏهن هزار سال اڳ ۾ موجود هو. جڏهن الله تعاليٰ آدم عليہ السلام کي پيدا ڪيو تہ ان نور کي ان جي پٺيءَ ۾ رکيو ويو ۽ اهو مسلسل هڪڙو ئي رهيو ايستائين جو عبدالمطلب جي پٺيءَ ۾ اچي ان جا ٻہ حصا ٿي ويا. هڪڙو حصو مان آهيان ۽ ٻيو حصو علي آهي.

(8) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان ۽ علي هڪڙي ئي وڻ مان پيدا ٿيا آهيون ۽ باقي انسان مختلف وڻن مان پيدا ٿيا آهن.

(9) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ سڀني نبين سڳورن کي مختلف وڻن مان پيدا ڪيو آهي، مونکي ۽ علي کي هڪڙي ئي وڻ مان پيدا ڪيو آهي. مان ان وڻ جو ٿڙ (اصل) آهيان ۽ علي ان جا ڏار، حَسن ۽ حُسين ان وڻ جا ميوا آهن جڏهن تہ اسان جا شيعا ان جا پن آهن.

جيڪو بہ ان وٹ سان چھٽيل رھندو اھو ڇوٽڪارو لھندو ۽ جيڪو ان کان منحرف ٿيندو ۽ منھن ڦيريندو اھو ھلاڪ ٿيندو ۽ جھنم ۾ ويندو.

(10) حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنہ کان روايت آھي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو جو انھن فرمايو: الله تعاليٰ علي جي ذريعي ھن دين جي مدد ڪئي آھي. اھو مون مان آھي ۽ مان ان مان آھيان. ھود سورت جي ھي آيت "اَفَمَنْ كَانَ عَلٰى بَيِّنَةٍ مِّنْ رَّبِّهٖ وَيَتْلُوْهُ شَاهِدٌ مِّنْهُ" معنيٰ: ڀوءِ جيڪو پنھنجي رب جي طرف کان پڌري دليل تي ھجي ۽ ان لاءِ الله کان شاھد بہ اچي ويو ھجي. ان جي باري ۾ نازل ٿي آھي. ھن آيت ۾ "بينه" حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم آھن ۽ "شاھد" علي بن ابوطالب عليہ السلام آھي.

(11) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آھي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان ۽ علي ھڪڙي نور مان پيدا ٿيا آھيون.

(12) حضرت امير المومنين علي عليہ السلام کان روايت آھي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اي علي! مون تنھنجي نالي کي پنھنجي نالي سان چئن جاين تي گڏ لکيل ڏٺو ۽ مان ان لکت ڏانھن غور سان ڏسڻ لڳس (1) جڏھن مان آسمان ڏانھن معراج تي ويندي بيت المقدس پھتس تہ اتي مون ھڪڙي پٿر تي لکيل ڏٺو لا اله الا الله محمد رسول الله ايدته بوزيره ونصرته بوزيره يعني الله کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونھي ۽ محمد (ﷺ) الله جو رسول آھي مون ان کي ان جي وزير سان ھٿي ڏني آھي ۽ ان جي وزير سان ان جي مدد ڪئي آھي. مون جبرائيل کان پڇيو تہ منھنجو وزير ڪير آھي؟ ان جواب ڏنو تہ علي بن ابوطالب. (2) جڏھن مان سدرت المنتھيٰ وٽ پھتس تہ مون اتي لکيل ڏٺو اني انا الله لا اله الا انا وحدي محمد صفوتي من خلقي ايدته بوزيره ونصرته بوزيره يعني مان الله آھيان مون اڪيلي کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونھي محمد (ﷺ) منھنجي مخلوق مان منھنجو چونڊيل آھي مون ان کي ان جي وزير سان ھٿي ڏني آھي ۽ ان جي وزير

سان ان جي مدد ڪئي آهي. (3) پوءِ مان جڏهن سدرت المنتهيٰ کان اڳتي وڌي جهانن جي پالڻهار جي عرش وٽ پهتس تہ مون ان جي ٿنڀن تي لکيل ڏٺو انی انا الله لا الٰه الا انا محمد حبيبی من خلقی ايدته بوزيره ونصرته بوزيره يعني بيشڪ مان ئي الله آهيان مون کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي محمد (ﷺ) منهنجي مخلوق مان منهنجو حبيب آهي مون ان کي ان جي وزير سان هٿي ڏني آهي ۽ مون ان جي وزير سان ان جي مدد ڪئي آهي. (4) پوءِ جڏهن مان جنت ۾ پهتس تہ ان جي دروازي تي لکيل هو لا الٰه الا انا محمد حبيبی من خلقی ايدته بوزيره ونصرته بوزيره يعني مون کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي محمد (ﷺ) منهنجي مخلوق مان منهنجو حبيب آهي مون ان جي وزير سان ان کي هٿي ڏني ۽ مون ان جي وزير سان ان جي مدد ڪئي.

(13) حضرت انس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ بزرگ و برتر جي طرف کان جبرائيل امين مونکي ٻڌايو تہ الله تعاليٰ علي (عليہ السلام) کي ايترو دوست رکي ٿو جو ايترو نہ تہ ملائڪن کي دوست رکي ٿو ۽ نہ نبين کي ۽ نہ رسولن کي. ان جي هر هڪ تسبيح جي بدلي ۾ الله تعاليٰ هڪڙو ملائڪ پيدا ڪندو آهي جيڪو ان (علي عليہ السلام) جي حبدارن ۽ شيعن جي لاءِ قيامت جي ڏينهن تائين بخشش گهرندو رهندو.

(14) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان ان الله جو قسم کڻان ٿو جنهن مونکي حق سان رسول ڪري موڪليو آهي تہ ملائڪ علي (عليہ السلام) جي لاءِ بخشش گهرندا آهن ۽ ان تي ۽ ان جي شيعن تي هڪڙي پيءُ جو پنهنجي اولاد تي مهربان ۽ شفيق هجڻ جي مقابلي ۾ وڌيڪ مهربان ۽ شفيق آهن.

(15) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ طائف واري لڙائي جي ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي (عليہ السلام) کي سڏيو ۽ اڪيلائيءَ ۾ راز جون ڳالهيون ڪيون. ماڻهن

چيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پنهنجي سوٽ سان اڪيلائيءَ ۾ ڪچهري ڊگهي ٿي وئي آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ مون ان سان اڪيلائيءَ ۾ ڪچهري نہ ڪئي آهي بلڪ الله تعالىٰ ان سان اڪيلائيءَ ۾ ملاقات ڪئي آهي.

(16) عامر بن سعد پنهنجي پيءُ سعد بن ابي وقاص رضي الله عنہ جي حوالي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ مون (سعد) خيبر واري لڙائي جي ڏينهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ٻڌو جو فرمائي رهيا هيا: مان پنهنجي لڙائيءَ جو جهنڊو (عَلم) اهڙي شخص کي عطا ڪندس جيڪو الله ۽ ان جي رسول کي دوست رکي ٿو ۽ الله ۽ ان جو رسول بہ ان کي دوست رکن ٿا. راويءَ جو بيان آهي تہ اسان سڀئي جهنڊو ملڻ جي تمنا ۾ ايا ٿي وياسين. البت، حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو علي (عليہ السلام) کي مون وٽ سڏي اچو. اهو آيو تہ ان جون اکيون اٿيل هيون. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي لبِ مبارڪ ان جي اکين ۾ لڳائي تہ اکيون هڪدم ٺيڪ ٿي ويون ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجو جهنڊو (عَلم) ان کي عطا ڪيو ۽ الله تعالىٰ ان (علي عليہ السلام) جي هٿاران خيبر جو قلعو فتح ڪرايو.

(17) انس بن مالڪ رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ هڪڙو پُڳل پکي موجود هو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم هي دعا ڪئي: "اي الله! مون وٽ اهڙي شخص کي موڪل جيڪو توکي پنهنجي مخلوق ۾ سڀني کان وڌيڪ پيارو هجي تہ جيئن اهو هي پکي مون سان گڏ کائي." ۽ ائين ٽي ڀيرا فرمايائون. پوءِ علي (عليہ السلام) ٽي دفعا آيا. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پهرين ڀيري دعا گهرڻ کان پوءِ آيا تہ مون (انس) انهن کي موٽائي ڇڏيو. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٻيهر دعا ڪئي ۽ اميرالمومنين علي عليہ السلام دروازي تي حاضر ٿيا ۽ مون (انس) انهن کي موٽائي ڇڏيو. جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ٽيون ڀيرو دعا ڪئي تہ اميرالمومنين علي عليہ السلام حاضر ٿيا ۽ هڪدم اندر هليا آيا ۽ ٻنهي حضرات عليهم الصلوات والسلام گڏجي اهو پکي کاڌو.

## نائين مودت

### ان بيان ۾ تہ بهشت ۽ دوزخ جون ڪنجيون علي عليہ السلام جي هٿ ۾ آهن

(1) حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ بهشت ۽ دوزخ جون ڪنجيون منهنجي حوالي ڪيون آهن. پوءِ فرماياٿون، اي سلمان! علي (عليہ السلام) کي پڌائي ڇڏ تہ جنهن کي تون گهرندين انهن مان ڪڍندين ۽ جنهن کي گهرندين انهن ۾ داخل ڪندين.

(2) زيد بن اسلم کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام کي فرمايو: اي علي! واهہ واهہ تو جهڙو ڪير ٿي سگهي ٿو جو ملائڪ تنهنجي لاءِ مشتاق آهن ۽ جنت تنهنجي لاءِ آهي. ڇوتہ جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ منهنجي لاءِ نور جو هڪڙو منبر لڳايو ويندو ۽ نور جو هڪڙو منبر ابراهيم عليہ السلام جي لاءِ ۽ نور جو هڪڙو منبر تنهنجي لاءِ رکيو ويندو ۽ تون ان منبر تي ويهندين. ان وقت هڪدم پڙهو ڏيڻ واري جو آواز ايندو. واهہ واهہ اهو وصي ڪيترو تہ پيارو آهي جيڪو الله جي حبيب ۽ الله جي خليل جي وچ ۾ آهي. پوءِ مون کي بهشت ۽ دوزخ جون ڪنجيون ڏنيون وينديون ۽ مان اهي تنهنجي حوالي ڪندس.

(3) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما بيان ڪيو آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي فرمايو: اي ابن عباس! پاڻ تي علي جي تابعداري لازم ڪري ڇڏ، ڇوتہ حق علي جي زبان ۽ دل تي آهي ۽ نفاق ان کان پري هٽيل آهي. ان جي دوستي ڪري ان جا دوست بهشت ۾ داخل ٿيندا ۽ ان جي دشمني جي ڪري ان جا دشمن جهنم ۾ داخل ٿيندا.

(4) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ جبرائيل عليہ السلام ۽ ميڪائيل عليہ السلام چاٻين (ڪُنجين) جا ٻہ ڇڳا مون وٽ کڻي ايندا، جن مان هڪڙو ڇڳو بهشت جي ڪنجين جو ۽ ٻيو دوزخ جي ڪنجين جو هوندو. بهشت جي ڪنجين تي مون (محمد صلى الله عليه وآله وسلم) ۽ علي (عليہ السلام) جي شيعن مومنن جا نالا لکيل هوندا ۽ دوزخ جي ڪنجين تي ان سان يعني علي (عليہ السلام) سان بغض رکڻ وارن دشمنن جا نالا لکيل هوندا. اهي ٻئي ملائڪ مونکي چوندا، اي احمد! هي تنهنجو محب آهي ۽ هي تنهنجو دشمن آهي، انهن ٻنهي کي علي بن ابوطالب جي حوالي ڪيو تہ اهو انهن ٻنهي جي باري ۾ جيڪو گهري حڪم ڪري، مان ان رب جو قسم کڻي چوان ٿو جيڪو سيني کي رزق ڏيڻ وارو آهي تہ علي (عليہ السلام) ڪڏهن بہ پنهنجي دشمن کي جنت ۾ داخل نہ ڪندو ۽ پنهنجن محبن کي ڪڏهن بہ دوزخ ۾ وڃڻ نہ ڏيندو.

(5) حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو جو اهي علي (عليہ السلام) کي فرمائيندا هيا: اي علي! توکي اهوئي ڪافي آهي تہ توسان محبت ڪرڻ واري کي نہ تہ مرڻ وقت ڪائي حسرت هوندي ۽ نہ قبر ۾ ان کي ڪنهن قسم جي وحشت ٿيندي ۽ نہ قيامت جي ڏينهن ان کي ڪنهن قسم جو خوف هوندو.

(6) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اي ياٿرو! علي جي شيعن کي ڪمزور ۽ حقير نہ سمجهو ڇوتہ انهن مان هڪڙو شخص قيامت جي ڏينهن بنوربيعہ ۽ بنومضر جي قبيلن جي ماڻهن جي تعداد برابر گناهگارن جي شفاعت ڪندو.

(7) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: قيامت جي ڏينهن علي (عليہ السلام) ۽ ان جا شيعا ئي نجات ۽ ڇوٽڪارو لهندا.

(8) حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي فرمايو: اي علي! پنهنجن شيعن کي خوشخبري ٻڌاءِ تہ قيامت جي ڏينهن جڏهن نہ مال ۽ نہ اولاد ڪنهن ڪم ايندا پر صرف منهنجي شفاعت ڪم ايندي تہ مان انهن جي شفاعت ڪندس.

(9) حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي فرمايو: اي علي! تون بهشت جو دروازو کڙڪائيندين ۽ بنا حساب جي ان ۾ اندر داخل ٿيندين.

(10) نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي حديث آهي جو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جنهن شخص جي آخري گفتگو مون تي ۽ علي (عليہ السلام) تي درود ۽ سلام موڪلڻ هوندو، اهو درود ۽ سلام ان کي جنت ۾ داخل ڪندو.

(11) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جو بيان آهي تہ اسان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ نماز پڙهي. نماز مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان ڏانهن منهن ڪري ويٺا ۽ فرمايو: اي ڀائرو! هي يعني علي بن ابوطالب مون کان پوءِ دنيا ۽ آخرت ۾ توهان جو مالڪ ۽ مختار آهي. تنهنڪري توهان ان جي حقن جو خيال ۽ حفاظت ڪجو.

(12) حضرت جابر انصاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اسلام ۾ پهريون رخنو علي (عليہ السلام) جي مخالفت آهي.

(13) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي فرمايو: اي علي! انصارن مان اهوئي شخص توسان دشمني رکندو جنهن جو بڻ بنياد (اصل) يهودي هوندو.

(14) حضرت عمر رضي الله عنہ بن خطاب کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اسان اهلبيت مان اسلام ڏانهن اڳرائي ڪرڻ وارو مرتبي ۾ درجي ۾ سيني تي چڙهت ڪرڻ وارو آهي، ۽ اسان مان وچٽرائي وارو چوٽڪارو حاصل ڪرڻ وارو آهي ۽ اسان مان جيڪو پنهنجي نفس تي ظلم ڪرڻ وارو آهي اهو بخشيو ويندو.

(15) حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي فرمايو: اي علي! تون منهنجو ڀاءُ آهين ۽ جنت ۾ منهنجو ساٿي هوندين.

(16) حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام کي فرمايو: اي علي! جنهن منهنجي اطاعت ڪئي ان الله جي اطاعت ڪئي ۽ جنهن تنهنجي اطاعت ڪئي ان منهنجي اطاعت ڪئي. جنهن منهنجي نافرماني ڪئي ان الله جي نافرماني ڪئي ۽ جنهن تنهنجي نافرماني ڪئي ان منهنجي نافرماني ڪئي.

(17) عمران بن حصين کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مون پنهنجي پالڻهار کان سوال ڪيو تہ منهنجي اهلبيت مان ڪنهن کي بہ جهنم ۾ نہ موڪلجان. الله تعاليٰ منهنجي درخواست کي قبول فرمايو.

(18) حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم صٰفٰت سورت جي آيت "وَقِفُوْهُمْ اِنَّهُمْ مَّسْـُٔوْلُوْنَ ﴿۲۴﴾" معنيٰ: ۽ کين بيهارجو تہ انهن کان پڇا ٿيندي ﴿۲۴﴾. جي تفسير ۾ فرمايو تہ انهن کان علي بن ابوطالب عليہ السلام جي ولايت جي باري ۾ سوال ڪيو ويندو. (ڪتاب جواهرالاخبار ۾ ائين لکيل آهي.)

(19) حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها کان روايت آهي تہ منهنجي بابا سائين صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي (عليہ السلام) ڏانهن نهاريو ۽ فرمايو: هي ۽ ان جا شيعا جنت ۾ ويندا.

(20) يحيٰ بن عقيل جي حوالي سان عتبہ بن ازهري روايت بيان ڪئي آهي تہ يحيٰ چيو تہ مون علي عليہ السلام کان ٻڌو جو انهن فرمايو تہ مونکي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اي علي! الله تعاليٰ مونکي حڪم ڏنو آهي تہ مان پنهنجي نياڻي فاطمہ (سلام الله عليها) کي دنيا جي پنجين حصي يا ان جي چوٿين حصي جي مهر تي توسان شادي ڪرايان. هاڻي جيڪو بہ زمين تي گهمندو هجي ۽ دنيا ۾ توسان دشمني رکندو هجي تہ دنيا ان تي حرام آهي ۽ زمين تي گهمڻ ڦرڻ بہ ان تي حرام آهي.

## ڏهين مودت

### پاڪ امامن سڳورن جي تعداد جي بيان ۾ ۽ ان ڳالهه بابت ته مهدي هادي آخرالزمان انهن ئي بزرگن مان آهي

(1) عمر بن قيس بن عبدالله جي حوالي سان شعبي روايت ڪئي آهي ته عمر بن قيس بيان ڪيو ته اسان ماڻهن جي هڪڙي ڪچهريءَ ۾ ويٺا هياسين جنهن ۾ عبدالله بن مسعود رضي الله عنه به موجود هيو. هڪڙي اعرابي اتي اچي معلوم ڪيو ته توهان ۾ عبدالله بن مسعود ڪهڙو آهي؟ عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جواب ڏنو ته مان عبدالله بن مسعود آهيان. اعرابي چيو اي عبدالله! ڇا توهان جي پيغمبر (صلي الله عليه وآله وسلم) توهان سان بيان ڪيو آهي ته انهن کان پوءِ گهڻا خليفا ٿيندا. عبدالله جواب ڏنو ته هائو حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو ته مون کان پوءِ بني اسرائيل جي نقيبن جي تعداد جيترا ٻارنهن خليفا ٿيندا.

(2) مسروق جي حوالي سان شعبي روايت ڪئي آهي ته اسان عبدالله بن مسعود رضي الله عنه وٽ ويٺا هياسين ۽ ان کي پنهنجو قرآن ٻڌائي رهيا هياسين ته هڪڙي جوان ان کان اچي پڇيو ته ڇا توهان جي پيغمبر (صلي الله عليه وآله وسلم) توهان سان عهد ڪيو آهي ته انهن کان پوءِ هيترا خليفا ٿيندا؟ عبدالله رضي الله عنه جواب ڏنو ته اي ادا! تون نوجوان ماڻهو آهين. هيءَ اهڙي ڳالهه آهي جيڪا توکان اڳ مون کان ڪنهن به ڪونه پڇي آهي. هائو اسان جي پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم اسان سان عهد ڪيو آهي ته مون کان پوءِ بني اسرائيل جي نقيبن جي تعداد جيترا ٻارنهن خليفا ٿيندا.

(3) اشعث جي حوالي سان جرير عبدالله بن مسعود رضي الله عنه جي روايت بيان ڪئي آهي ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو ته

مون کان پوءِ بني اسرائيل جي نقيبن جي تعداد جيترا ٻارنهن خليفا ٿيندا.

(4) جابر بن سمره جي حوالي سان عبدالملڪ بن عمير روايت بيان ڪئي آهي تہ مان (جابر) پنهنجي پيءُ سان گڏ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر هيس. مون ٻڌو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمائي رهيا هيا تہ مون کان پوءِ ٻارنهن خليفا ٿيندا. اهو فرمائي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجو آواز جهڪو ڪيو. تڏهن مون پنهنجي پيءُ کان پڇيو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم آهستڙي ڇا چيو. ان جواب ڏنو تہ حضور صلي الله علي وآلہ وسلم اهو فرمايو تہ اهي سڀ خليفا بنوهاشم مان ٿيندا.

(5) سماڪ بن حرب بہ اهڙي روايت بيان ڪئي آهي.

(6) سليم بن قيس هلالي حضرت سلمان فارسي رضي الله عنہ جي حوالي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ مان (سلمان) حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيس. مون ڏٺو تہ حُسين عليہ السلام حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي سٿر تي ويٺا هيا ۽ پاڻ سڳورا ڪڏهن ان جي اکين کي چمي رهيا هيا ۽ ڪڏهن چهري کي چمي رهيا هيا. ان سان گڏ اهو بہ فرمائي رهيا هيا تہ تون سردار (سيد) آهين ۽ سردار (سيد) جو پٽ آهين، امام آهين ۽ امام جو پٽ آهين، الله جي حجت آهين ۽ الله جي حجت جو پٽ آهين ۽ الله جي نَوَ حجتن جو پيءُ آهين جيڪي تنهنجي پيڙهيءَ مان ٿيندا ۽ انهن جو نائون قائم (عليہ السلام) هوندو.

(7) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي حوالي سان اصبغ بن نباتہ روايت بيان ڪئي آهي تہ مون (عبدالله) رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو آهي جو پاڻ سڳورن فرمايو تہ مان ۽ علي ۽ حَسن ۽ حُسين ۽ نَوَ امام جيڪي حُسين جي اولاد مان ٿيندا پاڪ ۽ پاڪيزه ۽ گناهن کان معصوم ۽ محفوظ آهيون.

(8) عبابہ بن ربيعي کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان سيني نبين جو سردار آهيان ۽ علي سيني وصين (اوصياء) جو سردار آهي ۽ مون کان پوءِ ٻارنهن وصي ٿيندا، انهن مان پهريون علي (عليہ السلام) آهي ۽ آخري قائم آلِ محمد مهدي آخرالزمان آهي.

(9) حضرت اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جيڪو بہ چاهي تہ ڇوٽڪاري جي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿئي ۽ عروت الوثقيٰ يعني مضبوط سهاري کي مضبوطيءَ سان پڪڙي ۽ الله تعاليٰ جي مضبوط رسي (حبل متين) کي هٿ ۾ جهلي تہ ان کي گهرجي تہ مون کان پوءِ علي (عليہ السلام) سان دوستي رکي ۽ ان جي دشمن سان دشمني ڪري، هدايت ڪرڻ وارن امامن جي، جيڪي ان جي اولاد مان ٿيندا، پيروي ڪري. ڇوتہ اهي معصوم منهنجا جانشين ۽ منهنجا وصي ۽ مون کان پوءِ الله جي مخلوق تي حجت آهن. منهنجي امت جا سردار ۽ پرهيزگارن ۽ متقين جي جنت ڏانهن رهبري ڪرڻ وارا آهن. انهن جي جماعت منهنجي جماعت آهي ۽ منهنجي جماعت الله جي جماعت آهي ۽ انهن جي دشمنن جو ٽولو شيطان جي جماعت آهي.

(10) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: دنيا ان وقت تائين فنا نہ ٿيندي جيستائين حُسين (عليہ السلام) جي اولاد مان هڪڙو شخص منهنجي امت جو حاڪم نہ ٿئي جو اهو زمين کي عدل ۽ انصاف سان پري ڇڏي جيئن اها ان کان اڳ ظلم ۽ ڏاڍ سان پرجي وئي هوندي.

(11) رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي غلام زيد بن حارث رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ جنهن رات حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انصارن کان پهرين بيعت ورتي تہ فرمايو تہ مون توهان کان هن عهد تي بيعت ورتي آهي جنهن عهد تي پهرين نبين کان الله تعاليٰ بيعت ورتي هئي تہ جن ڳالهين سان توهان پنهنجي نفسن ۽ جانين جي

حفاظت ۽ سنڀال ڪندا ان سان منهنجي حفاظت ۽ سنڀال ڪجو. جن ڳالهين سان توهان پنهنجي نفسن ۽ جانين جي حفاظت ۽ سنڀال ڪندا ان سان علي بن ابوطالب جي حفاظت ۽ سنڀال ڪجو. ڇوته اهو صديق الاڪبر آهي. الله تعاليٰ ان جي ڪري توهان جي دين کي وڌيڪ ڪندو. الله تعاليٰ موسيٰ عليہ السلام کي لٺ (عصا) جو معجزو عطا ڪيو ۽ ابراهيم عليہ السلام تي باهہ کي ٿڌو ڪيو. عيسيٰ عليہ السلام کي اهي جملا عطا ڪيا جن جي ذريعي اهو مئلن کي زندهہ ڪندو هو ۽ مونکي هي يعني علي عطا فرمايو. علي عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون تہ هر پيغمبر جي واسطي الله جي طرف کان هڪ نشاني هوندي آهي ۽ هي يعني علي (عليہ السلام) منهنجي پالڻهار جي نشاني آهي ۽ هن جي اولاد مان جيڪي امام ٿيندا اهي منهنجي پالڻهار جون نيشانيون آهن. جيستائين علي (عليہ السلام) جي اولاد مان ڪنهن هڪڙي شخص کي الله تعاليٰ زمين ۾ باقي رکندو تہ زمين ايمان وارن کان هرگز خالي نہ هوندي ۽ انهن جي ئي ڪري قيامت قائم ٿيندي يعني جيستائين انهن مان هڪڙو بہ باقي هوندو تہ دنيا فنا نہ ٿيندي.

(12) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ هن دين کي علي (عليہ السلام) جي ذريعي فتح ۽ ڪامراني عطا ڪئي آهي. جڏهن علي (عليہ السلام) جي وفات ٿيندي تہ هي دين اصلي نہ رهندو ۽ مهدي (عليہ السلام) کان سواءِ جيڪو علي (عليہ السلام) کان پوءِ ان جي اولاد مان هوندو، ڪير بہ هن دين جي اصلاح نہ ڪري سگهندو.

(13) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: توڙي دنيا جو هڪڙو ڏينهن باقي رهجي وڃي، تہ بہ، الله تعاليٰ ضرور ان ڏينهن ۾ منهنجي امت ۾ منهنجي اهلبيت مان هڪڙي شخص کي مبعوث ڪندو. جنهن جو نالو منهنجو نالو هوندو ۽ ان جي پيشاني چمڪندڙ ۽ روشن هوندي ۽ اهو قسطنطنيہ ۽ ديلم جي وادي کي فتح ڪندو.

اها حديث ٻئي نموني سان هيئن بيان ٿيل آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: توڙي دنيا باقي هڪڙو ڏينهن رهجي وڃي، تہ بہ الله تعاليٰ ان ڏينهن کي ڊگهو ڪري ڇڏيندو. ايستائين جو منهنجي اهلبيت مان هڪڙو شخص مبعوث ٿيندو جنهنجو نالو منهنجو نالو هوندو ۽ ان جي پيءُ جو نالو منهنجي پي جو نالو هوندو. جيڪو زمين کي عدل ۽ انصاف سان پري ڇڏيندو جيئن اها ان جي مبعوث ٿيڻ کان اڳ ظلم ۽ ڏاڍ سان ڀرجي وئي هوندي.

(14) حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: امام سڀوارا منهنجي اولاد مان ٿيندا. جنهن بہ انهن جي اطاعت ڪئي تہ ان الله جي اطاعت ڪئي ۽ جنهن انهن جي نافرماني ڪئي ان الله تعاليٰ جي نافرماني ڪئي. اهي ابراهيم عليہ السلام جي عروت الوثقيٰ يعني مضبوط جماعت ۽ اهي الله تعاليٰ ڏانهن وڃڻ جو وسيلو ۽ ذريعو آهن.

(15) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: ماوراءنهر کان هڪڙو شخص خروج ڪندو جنهن کي ماڻهو حارث الحراث سڏيندا ۽ ان جي اڳيان منصور نالي هڪڙو شخص هوندو جيڪو آلِ محمد ﷺ کي اهڙي سگهہ ۽ وقعت ڏيندو جهڙي سگهہ ۽ وقعت قريشن الله جي رسول کي ڏني. هر مومن تي ان جي مدد ڪرڻ (هي روايت مطابق ان جو حڪم مڃڻ) واجب آهي.

(16) ابوليليٰ اشعري کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اي پيارو! پنهنجن امامن جي فرمانبرداري مضبوطيءَ سان اختيار ڪيو. ڇوتہ انهن جي فرمانبرداري عين الله جي فرمانبرداري آهي ۽ انهن جي نافرماني عين الله جي نافرماني آهي.

(17) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ ضعيف امام يعني اهڙو امام جيڪو دين جي ڳالهين ۾ غير جو محتاج هجي اهو ملعون آهي.

# يارهين مودت

## سيدة النساء فاطمہ الزهرا سلام الله عليها
## بنت رسول الله ﷺ جي فضائل ۾

(1) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جڏهن الله تعاليٰ آدم عليہ السلام ۽ حوا رضي الله تعاليٰ عنها کي پيدا ڪيو تہ اهي ٻئي جنت ۾ فخر ڪندا هيا. آخرڪار انهن اهو فخر ڪيو تہ الله تعاليٰ اسان کان وڌيڪ بهتر ڪنهن کي پيدا ڪونہ ڪيو آهي. ايتري ۾ اوچتو انهن هڪڙي ڇوڪريءَ جي صورت ڏٺي جو ان مان اهڙو نور چمڪي رهيو هو جو ان جي روشني اکين کي خيرو ڪري ٿي ڇڏيو ۽ ان جي مٿي تي هڪڙو تاج هو ۽ ان جي ڪنن ۾ ٻہ والا هيا. تڏهن انهن بارگاهہ الاهيءَ ۾ عرض ڪيو تہ اي پالڻهار! اها ڇوڪري ڪير آهي؟ ارشاد ٿيو تہ اي آدم ۽ حوا، اها فاطمہ جي صورت آهي جيڪا اولادِ آدم جي سردار محمد ﷺ جي ڌي آهي. پوءِ انهن عرض ڪيو تہ اهو ان جي مٿي تي ڪهڙو تاج آهي؟ حڪم ٿيو تہ اهو ان جو مڙس علي بن ابوطالب آهي. پوءِ عرض ڪيو تہ هي ٻہ والا ڪهڙي شي آهن؟ فرمايو هي ان جا پٽ حَسن ۽ حُسين آهن. ان جو وجود توهان جي پيدا ڪرڻ کان ٻہ هزار سال پهريان کان منهنجي لڪل عِلم ۾ موجود آهي.

(2) حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: فاطمہ پاڪدامن آهي. انهيءَ ڪري الله تعاليٰ ان کي ۽ ان جي اولاد کي جهنم جي باهہ لاءِ حرام ڪيو آهي.

(3) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: منهنجي نياڻيءَ جو نالو فاطمہ انهيءَ ڪري رکيو ويو آهي جو الله تعاليٰ ان کي ۽ ان سان محبت ڪرڻ وارن کي جهنم جي باهہ کان الڳ ڪيو آهي.

(4) جميع بن عمير بيان ڪيو آهي تہ مان پنهنجي ڦڦيءَ سان گڏ حضرت عائشہ رضي الله عنها وٽ ويس. منهنجي ڦڦيءَ حضرت عائشہ رضي الله عنها کان پڇيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نظر ۾ عورتن ۾ سڀني کان وڌيڪ پياري عورت ڪير هئي؟ جواب ڏنائين تہ فاطمہ سلام الله عليها. پوءِ منهنجي ڦڦيءَ پڇيو مَردن ۾ سڀني کان وڌيڪ ڪنهن کي پيائيندا هيا؟ جواب ڏنائين تہ علي بن ابوطالب عليہ السلام کي.

(5) حضرت فاطمہ سلام الله عليها کان روايت آهي تہ مان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زيارت لاءِ ويس. پاڻ سڳورن منهنجي لاءِ ڪپڙو وڇايو ۽ مونکي ان تي ويهاريائون. پوءِ منهنجو پٽ حَسن اتي آيو تہ حضورجن ان کي بہ اتي ويهاريو. پوءِ حُسين آيو تہ حضور ان کي بہ ويهاريو. پوءِ علي آيو تہ حضور ان کي بہ اسان سان گڏ ويهاريو. پوءِ ان ڪپڙي کي اسان سڀني جي مٿان وڌائون. پوءِ فرمايائون، هي منهنجا اهلبيت آهن ۽ مان انهن مان آهيان. اي الله! تون انهن کان خوش ۽ راضي رهہ جيئن مان انهن کان راضي آهيان.

(6) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فاطمہ سلام الله عليها جو نڪاح علي عليہ السلام سان ڪيو تہ ان معصومہ عرض ڪيو يارسول الله! توهان مونکي هڪڙي سُڃي ماڻهوءَ سان پرڻايو آهي جنهن وٽ ڪنهن بہ قسم جو مال ملڪيت ڪونهي. اهو ٻڌي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو اي فاطمہ! ان تي راضي نہ آهين تہ الله تعالىٰ سڀني زمين وارن کي ڏٺو ۽ انهن مان ٻن ماڻهن کي چونڊيائين. هڪڙو تنهنجو پيءُ آهي ۽ ٻيو تنهنجو مڙس.

(7) حضرت فاطمہ سلام الله عليها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اي فاطمہ! تون ان ڳالھ تي خوش نہ آهين تہ پوري دنيا جي عورتن جي (ٻي روايت ۾ آهي تہ منهنجي امت جي عورتن جي) سردار آهين.

(8) ابوبريده اسلمي بيان ڪيو آهي تہ مان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ فاطمہ سلام الله عليها وٽ ويس. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي فرمايو: اي فاطمہ! ڇا تون ان ڳالهہ تي راضي نہ آهين تہ هن امت جي عورتن جي سردار آهين جيئن مريم بنت عمران بني اسرائيل جي عورتن جي سردار هئي.

(9) رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمان آهي تہ فاطمہ جو نالو بتول انهيءَ ڪري ٿيو آهي تہ اها حيض ۽ نفاس کان بلڪل پاڪ آهي، ڇوتہ اهو حيض ۽ نفاس جو اچڻ پيغمبرن جي نياڻين لاءِ عيب آهي.

(10) حضرت عائشہ رضي الله عنها بيان ڪيو آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: فاطمہ (سلام الله عليها) منهنجي جگر جو هڪڙو ٽڪرو آهي، جنهن ان کي اذيت ڏني ان مونکي اذيت ڏني.

(11) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جيڪا شخصيت پهريان جنت ۾ داخل ٿيندي اها فاطمہ بنت محمد آهي. هن امت ۾ ان جو مثال ائين آهي جيئن مريم بنت عمران جو بني اسرائيل ۾.

(12) حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ هڪڙو پڙهو ڏيڻ وارو نور جي پردن جي پنيان کان آواز ڏيندو، اي اهلِ محشر! پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيو تہ جيئن فاطمہ بنت محمد ﷺ پل صراط تان لنگهي وڃي.

(13) حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جڏهن ڪنهن مسافريءَ تان واپس ايندا هيا تہ فاطمہ سلام الله عليها جا ڳل چمندا هيا ۽ فرمائيندا هيا تہ مان هن مان جنت جي خوشبوءِ سنگهان ٿو.

(14) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: منهنجي ڀچڙي فاطمہ قيامت جي ڏينهن اهڙي حال ۾ قيامت جي ميدان ۾ ايندي جو ان وٽ گهڻا ڪپڙا هوندا جيڪي

رت سان ڀريل هوندا. ان وقت فاطمہ عرش جي هڪڙي ٿنڀي کي پڪڙي عرض ڪندي، اي احڪم الحاڪمين! منهنجي ۽ منهنجي ٻچڙن جي قاتلن جي وچ ۾ فيصلو ڪر. ڪعبي جي پروردگار جو قسم آهي تہ الله تعاليٰ منهنجي ٻچڙي جي حق ۾ فيصلو ڪندو.

(15) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو تہ عرش کان هڪڙو پڙهو ڏيڻ وارو آواز ڏيندو تہ اي اهلِ محشر! پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيو تہ جيئن فاطمہ بنت محمد ﷺ پنهنجي ٻچڙي حُسين جي رت سان ڀريل قميص کڻي لنگهي وڃي. پوءِ فاطمہ (سلام الله عليها) عرش جي ٿنڀي کي پڪڙي عرض ڪندي، اي الله! تون جبار ۽ عادل آهين. منهنجي ٻچڙي حُسين جي قاتل ۽ منهنجي وچ ۾ فيصلو ڪر. ڪعبي جي پروردگار جو قسم آهي تہ الله تعاليٰ منهنجي ٻچڙيءَ جي حق ۾ فيصلو ڪندو. ان کان پوءِ فاطمہ عرض ڪندي تہ اي الله! جيڪي ماڻهو منهنجي حُسين جي مصيبت تي رنا آهن مونکي انهن جي شفاعت ڪندڙ مقرر ڪر. الله تعاليٰ ان کي انهن جي حق ۾ شفاعت ڪندڙ مقرر ڪندو.

(16) زيد بن علي (زين العابدين) عليہ السلام انس رضي الله عنہ جي حوالي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم صبح (فجر) جي نماز جي وقت ڇهن مهينن تائين لڳاتار روزانو فاطمہ سلام الله عليها جي دروازي تي ايندا هيا ۽ تي ڀيرا فرمائيندا هيا، اي اهلبيت نبوت! صلوات، صلوات يعني نماز پڙهو نماز پڙهو اي اهلبيت! الله تعاليٰ اهوئي ارادو ڪيو آهي تہ توهان کان گندگي ۽ پليتيءَ کي پري رکي ۽ توهان کي پاڪ صاف ڪري جهڙو پاڪ صاف ڪرڻ جو حق آهي.

(نوٽ: اها حديث ٽن سَوَن اصحابن روايت ڪئي آهي، جن مان ڪن اٺ مهينا بيان ڪيا آهن تہ ڪن نَوَ ۽ ڏهہ مهينا بہ بيان ڪيا آهن.)

## ٻارهين مودت

### اڳ ۾ آيل فضائل کان سواءِ ٻيني اهلبيت عليهم السلام جي فضائل ۾

(1) حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما بيان ڪيو آهي ته حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اصحابن کي فرمايو: اي اصحابيو! علي جي تابعداري توهان تي واجب آهي، ڇوته سج ان جي ساڄي پاسي آهي ۽ چنڊ ان جي کاٻي طرف. عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جو چوڻ آهي ته اسان عرض ڪيو يارسول الله! اهي سج ۽ چنڊ ڇا آهن؟ فرمايائون ته اهي حَسن ۽ حُسين آهن ۽ انهن ٻنهيءَ جو بابو دنيا جي روشني آهي ۽ انهن جي امڙ اونداهي رات ۾ چوڏهين جي چنڊ مثل آهي.

(2) حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي، فاطمہ، حَسن ۽ حُسين (عليهم السلام) قيامت جي ڏينهن تائين منهنجا اهلبيت آهن.

(3) حضرت ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: هڪڙو ملائڪ جنهن مونکي اڳ ۾ ڪونه ڏٺو هو الله کان اجازت وٺي مون سان ملاقات ڪرڻ آيو ۽ مونکي قيامت جي ڏينهن تائين جون خوشخبريون ٻڌايائين. مونکي ٻڌايائين ته فاطمہ جنت جي عورتن جي سردار آهي ۽ حَسن ۽ حُسين جنت جي جوانن جا سردار آهن.

(4) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي ته جڏهن آيت "قُل لَّآ اَسْـَٔـلُكُمْ عَلَيْهِ اَجْرًا اِلَّا الْمَوَدَّةَ فِى الْقُرْبٰى" معنيٰ: اي پيغمبر! ڪين چئو ته مان توهان کان پيغام پهچائڻ تي ڪوبہ اجورو نٿو گهران مگر پنهنجن ويجهڙن مائٽن جي محبت، نازل ٿي ته اسان رسول الله جي اصحابن عرض ڪيو يارسول الله! توهان جا اهي ويجهڙا مائٽ ڪير

آهن جن جي دوستي الله تعاليٰ اسان تي فرض ڪئي آهي؟ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جواب ڏنو تہ علي، فاطمہ، حَسن، حُسين (عليهم السلام) آهن. پاڻ سڳورن انهن لفظن کي ٽي دفعا ورجايو.

(5) ابوهريره رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي، فاطمہ، حَسن ۽ حُسين عليهم السلام ڏانهن نهاريو ۽ فرمايو: جيڪو بہ توهان سان وڙهي مان بہ ان سان وڙهندس ۽ جيڪو توهان سان صلح ڪري منهنجو بہ ان سان صلح آهي.

(6) حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ هڪڙن شخصن کي انهن جي پيشاني کي گنجو رکي (اصلع ڪري) انهن کي گناهن کان پاڪ ڪيو آهي ۽ مان ۽ علي انهن مان آهيون.

ٻي روايت ۾ آهي: الله تعاليٰ هڪڙي قوم کي گناهن کان پاڪ ڪيو آهي ۽ انهن جي مٿن تي ايمان جو تاج چمڪي ٿو مان ۽ علي انهن مان آهيون.

(7) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: حَسن ۽ حُسين ٻئي جنت جي نوجوانن جا سردار آهن ۽ انهن جو بابو انهن ٻنهي کان ڀَلو آهي.

(8) حضرت فاطمہ سلام الله عليها کان روايت آهي تہ مان حَسن ۽ حُسين کي ساڻ ڪري ان بيماريءَ جي سخت حالت ۾ جنهن سبب حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم وفات ڪئي، حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ۽ عرض ڪيو يارسول الله! انهن ٻنهي کي ورثي ۾ ڪا شي عطا ڪيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ حَسن جي واسطي تہ منهنجي هيبت ۽ سرداري آهي ۽ حُسين جي لاءِ منهنجي جرئت ۽ سخاوت آهي.

(9) حضرت ابوسعيد خدري رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله جون ٽي حُرمتون آهن (ٻي روايت ۾ آهي تہ الله ٽن حُرمتن کي دوست رکي ٿو) جيڪو بہ انهن ٽن

حُرمتن جي حفاظت ڪندو ته الله تعاليٰ ان جي دين ۽ دنيا جي ڪمن جي حفاظت ڪندو ۽ جيڪو به انهن جي حفاظت نه ڪندو الله تعاليٰ ان جي ڪنهن به شي جي حفاظت نه ڪندو. اهي ٽئي حُرمتون هي آهن: (1) اسلام جي حُرمت (2) منهنجي حُرمت (3) منهنجي اهلبيت جي حُرمت.

(10) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: پُٽ هڪڙو خوشبوءِ وارو گل هوندو آهي ۽ حَسن ۽ حُسين منهنجا به خوشبوءِ وارا گل آهن.

(11) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله جو غضب ۽ ان جي رسول جو غضب ان شخص تي سخت ترين آهي جيڪو مون محمد (ﷺ) جي ذريت کان نفرت ڪري ۽ مونکي منهنجي اولاد جي حوالي سان تڪليف پهچائي.

(12) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي ته رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: منهنجي اهلبيت تي ظلم ڪرڻ وارن جي لاءِ ويل جو عذاب آهي. انهن کي منافقن سان گڏ دوزخ جي هينئين طبقي ۾ عذاب ڏنو ويندو.

(13) حضرت فاطمہ سلام الله عليها کان روايت آهي ته حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: فاطمہ جي اولاد کان سواءِ سڀئي بني آدم پنهنجي پيءُ جي قبيلي ۽ نسب سان منسوب هوندا آهن. البت، مان ئي فاطمہ جي اولاد جو بابو آهيان ۽ مان ئي انهن جو عصبہ يعني پيءُ جيتو مائٽ آهيان.

(14) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي ته حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله مونکي حڪم ڏنو آهي ته مان پنهنجي انهن ٻنهي پٽن جو نالو حَسن ۽ حُسين رکان.

(15) حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنہ ڪعبت الله شريف جو دروازو پڪڙي چئي رهيو هيو. اي ماڻهو! جيڪو مونکي سڃاڻي ٿو اهو ته

سجاڻي ٿو ۽ جيڪو نٿو سڃاڻي ان کي ٻڌايان ٿو تہ مان رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو اصحابي ابوذر آهيان. مون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو آهي جو پاڻ سڳورا فرمائي رهيا هيا: توهان جي وچ ۾ منهنجي اهلبيت جو مثال نوح عليہ السلام جي ٻيڙيءَ وانگر آهي، جيڪو ان ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو ان طوفان ۾ غرق ٿيڻ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو ۽ جنهن منهن موڙيو اهو غرق ٿي ويو. اهڙيءَ طرح جيڪو هن اهلبيت جي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيندو يعني انهن جي تابعداري ڪندو اهو گمراهيءَ جي ڪُنن ۾ ٻڏڻ کان بچي ويندو ۽ جيڪو انهن جي مخالفت ڪندو اهو گمراهيءَ جي سمنڊ ۾ غرق ٿي ويندو.

(16) سلمان فارسي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضرت هارون عليہ السلام پنهنجي ٻنهي پٽن جا نالا شبر ۽ شبير رکيا هيا ۽ علي عليہ السلام اهي ٻئي نالا عربي ٻوليءَ جي مطابق پنهنجن پٽن تي حَسن ۽ حُسين رکيا هيا.

(17) حضرت علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: قيامت جي ڏينهن حَسن ۽ حُسين الله جي عرش جي ٻنهي طرفن کان ائين موجود هوندا جيئن ڇهري جي ٻنهي طرف ڪنن ۾ والا هوندا آهن.

(18) اميرالمومنين علي عليہ السلام فرمايو تہ حَسن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان سيني کان وٺي مٿي تائين ۽ حُسين سيني کان وٺي هيٺ تائين حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گهڻو مشابهہ آهن.

(19) عمران بن حصين کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي (عليہ السلام) ڏانهن نهارڻ عبادت آهي.

(20) حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: علي (عليہ السلام) جي باري ۾ ڳالهيون (ان جو ذڪر) ڪرڻ عبادت آهي.

(21) امام حُسين عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي فرمايو اي منهنجا ٻچڙا! تون بيشڪ منهنجو جگر آهين. ان شخص جو حال سٺو آهي جيڪو توکي دوست رکي ۽ تنهنجي ذريت (اولاد) کي دوست رکي, البت, قيامت جي ڏينهن تنهنجي قاتل کي گهڻو سخت عذاب ٿيندو.

(22) اميرالمومنين علي عليہ السلام روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: حُسين کي اهو شخص قتل ڪندو جيڪو منهنجي امت مان سڀني کان وڏيڪ بدترين هوندو ۽ الله انهن قاتلن ۽ انهن جي اولاد کان ۽ منهنجي نبوت جي انڪارين (منڪرن) کان بيزار آهي.

(23) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: حُسين جو قاتل باهہ جي هڪڙي تابوت ۾ هوندو. سڀني دوزخين جي عذاب جو اڌ عذاب ان اڪيلي تي هوندو ۽ ان جا ٻئي هٿ ۽ ٻئي پير باهہ جي زنجيرن سان جڪڙيل هوندا ۽ اهو جهنم ۾ اونڌي منهن پيل هوندو. ايستائين جو جهنم جي اوڙاهہ ۾ وڃي پهچندو ۽ ان کان اهڙي بوءِ ايندي جو سڀئي دوزخي ان جي سڙاند ۽ ڌپ ڪري الله کان پناهہ گهرندا. حُسين جو اهو قاتل دوزخ جي باهہ ۾ هميشه لاءِ ان دردناڪ عذاب ۾ مبتلا رهندو. جڏهن ان جي جسم جو گوشت ۽ کل سڙي پُڄي ويندا تہ الله ان جي جسم تي ٻي کل ۽ گوشت پيدا ڪندو تہ جيئن ڏکوئيندڙ عذاب جو مزو چکي جيڪو هڪڙي گهڙي بہ گهٽ يا بس نہ ٿيندو. ان کي دوزخ جو گرم پاڻي پياريو ويندو. ائين الله جي عذاب مان ويل جو عذاب ان جي لاءِ دائمي هوندو.

(24) حافظ ابونعيم پنهنجي تحقيق سان روايت لکي آهي تہ ڪنهن شخص عبدالله بن عمر رضي الله عنهما کان پڇيو تہ احرام جي حالت ۾ مڇر کي مارڻ تي ڇا حڪم آهي. عبدالله بن عمر رضي الله عنهما ان کان پڇيو تہ تون ڪير آهين. ان جواب ڏنو تہ مان عراق جو رهاڪو آهيان. ابن عمر رضہ اتي ڪچهريءَ ۾ ويٺل ماڻهن کي مخاطب

ٿي چيو، هن ماڻهوءَ کي ڏسو جيڪو مون کان مڇر کي مارڻ جو مسئلو معلوم ڪري رهيو آهي، جڏهن تہ انهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ٻچڙي کي قتل ڪري ڇڏيو آهي. مون حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ٻڌو جو پاڻ سڳورن فرمايو تہ هي ٻئي، حَسن ۽ حُسين، دنيا ۾ منهنجا ٻہ خوشبوءِ وارا گل آهن.

(25) حافظ ابونعيم پنهنجي تحقيق ۾ مسلسل سَنَدُن سان شهر بن آشوب جي روايت لکي آهي تہ جڏهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي گهرواري ام المومنين ام سلميٰ رضي الله عنها کي امام حُسين عليہ السلام جي شهيد ٿي وڃڻ جي خبر ملي تہ ان عراق وارن تي لعنت ڪئي ۽ فرمايو عراق وارن حُسين کي قتل ڪيو الله بالا ۽ برتر انهن لعنتين (ملعونن) کي هلاڪ ڪري، انهن مردودن ان (حُسين) جي عزت نہ ڪئي ۽ ان کي پريشان ڪيائون. الله انهن لعنتين تي لعنت ڪري.

## تيرهين مودت

### حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي الله عنها ۽ فاطمہ الزهرا سلام الله عليها جي فضائل ۽ اهلبيت جي محبت ۽ انهن سان محبت ڪرڻ وارن جي ثواب ۽ انهن جي درجن جي بلندي ۽ انهن جي دشمنن جي عذاب ۽ سزا جي بيان ۾

(1) شعبي مسروق کان ۽ مسروق حضرت عائشہ رضي الله عنها جي حوالي سان روايت بيان ڪئي آهي تہ حضرت عائشہ رضي الله عنها بيان ڪيو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اڪثر ان وقت تائين گهر مان ٻاهر تشريف ڪٿي ڪونہ ويندا هيا جيستائين حضرت خديجہ رضي الله عنها جو ذڪر نہ ڪن ۽ ان جي خوب تعريف نہ ڪن. هڪڙي ڏينهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان جو ذڪر ڪيو تہ اهو ٻڌي مونکي حسد ٿيو ۽ مون عرض ڪيو تہ اها فقط هڪڙي ڪراڙي عورت هئي ۽ الله تعالىٰ توهان کي ان جي بدلي ۾ ان کان بهتر گهرواري عنايت ڪئي آهي. منهنجي اها ڳالهہ ٻڌي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سخت ڪاوڙ ۾ اچي ويا ايستائين جو مون ڏٺو تہ ڪاوڙ ۾ سندن وار اڀا ٿي ويا ۽ ارشاد فرمايائون: اي عائشہ! الله جو قسم تہ الله تعالىٰ ان کان پوءِ مونکي ان کان بهتر زال عطا نہ ڪئي آهي. ان مون تي ان وقت ايمان آندو جڏهن ماڻهو منهنجي نبوت جو انڪار ڪري رهيا هيا ۽ ان منهنجي ان وقت تصديق ڪئي جڏهن سڀ ماڻهو مونکي ڪوڙو ڪري رهيا هيا. ان پنهنجي مال سان منهنجي ان وقت غمخواري ۽ همدردي ڪئي جڏهن سيني ماڻهن مونکي محروم ڪري ڇڏيو هو ۽ الله تعالىٰ مونکي صرف ان مان اولاد عطا ڪئي ۽ ڪنهن بہ ٻي گهرواريءَ مان نہ. حضرت عائشہ رضي الله عنها جو چوڻ آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو اهو ارشاد ٻڌي مون پنهنجي دل ۾ چيو تہ هاڻي مان ڪڏهن بہ ان کي ساڙ ۽ حسد سان ياد نہ ڪنديس.

(2) مهاجر بن ميمون کان روايت آهي ته حضرت فاطمه سلام الله عليها بيان ڪيو ته مون پنهنجي بابي محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم کي عرض ڪيو ته منهنجي امڙ خديجه الڪبريٰ رضي الله عنها جنت ۾ ڪٿي آهي؟ فرمايائون ته لڪڙن جي هڪڙي گهر ۾ جو ان گهر ۾ ٺڪاوت ۽ تڪليف ذرو به محسوس نٿي ٿئي. اهو گهر حضرت مريم بن عمران رضي الله عنها ۽ آسيه رضي الله عنها زال فرعون جي گهرن جي وچ ۾ آهي. مون عرض ڪيو ته اي پيارا بابا! ڇا اهو گهر هنن دنيا جي لڪڙن جو ٺهيل آهي؟ حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو ته، نه، بلڪ انهن لڪڙن ۾ موتي ۽ ياقوت مڙهيل آهن.

(3) انس رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو: چار عورتون پوري جهان جي عورتن کان بهتر آهن. (1) مريم بن عمران (2) آسيه بنت مزاحم جيڪا فرعون جي زال هئي (3) خديجه بنت خويلد (4) فاطمه بنت محمد (صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ)

(4) عباده بن سعد رضي الله عنه کان روايت آهي ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو: خديجه الڪبريٰ (رضي الله عنها) کي منهنجي سڀني گهروارين تي اهڙي طرح فضيلت آهي جيئن مريم بنت عمران کي پوري جهان جي عورتن تي فضيلت آهي.

(5) امام جعفر صادق عليه السلام پنهنجن ابن ڏاڏن جي سلسلي سان اميرالمومنين علي عليه السلام کان روايت بيان ڪئي آهي ته جبرائيل امين رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيو يارسول الله! توهان جو پالڻهار درود ۽ سلام جي تحفي کان پوءِ ارشاد فرمائي ٿو ته مون جهنم جي باهه کي ان پيڙهيءَ تي حرام ڪيو آهي جنهن مان تون آئين ۽ ان پيٽ کي جنهن توکي کنيو ۽ ان جهوليءَ تي جنهن توکي نپايو (يعني پاڻ سڳورن جو ابو امڙ ۽ چاچو ابوطالب جنتي آهن.)

(6) عبدالله بن عمر رضي الله عنهما جي حوالي سان نافع روايت ڪئي آهي ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو: جيڪو توڪل ڪرڻ چاهي ان کي گهرجي ته منهنجي اهلبيت کي دوست رکي، جيڪو

قبر جي عذاب کان ڇوٽڪارو چاهي ان کي گهرجي تہ منهنجي اهلبيت کي دوست رکي، جيڪو عِلم ۽ دانائي حاصل ڪرڻ چاهي ان کي گهرجي تہ منهنجي اهلبيت کي دوست رکي ۽ جيڪو گهري تہ حساب کان سواءِ جنت ۾ وڃي تہ ان کي گهرجي تہ منهنجي اهلبيت کي دوست رکي. الله جو قسم، جيڪو بہ انهن کي دوست رکندو اهو دنيا ۾ بہ ۽ آخرت ۾ بہ فائدو حاصل ڪندو.

(7) سلمان فارسي رضي الله عنہ جي حوالي سان زادان روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان کي فرمايو: اي سلمان! جيڪو بہ منهنجي ڌيءَ فاطمہ سان محبت رکي اهو جنت ۾ مون سان گڏ هوندو ۽ جيڪو ان سان دشمني رکي اهو جهنم ۾ ويندو. اي سلمان! فاطمہ جي محبت هڪ سَوَ جاين تي فائدو ڏيندي. انهن جاين مان گهٽي آساني هنن جاين تي ٿيندي: موت، قبر، ميزان، پل صراط ۽ قيامت جي ڏينهن حساب. جنهن بہ شخص کان منهنجي ڌيءَ فاطمہ خوش هوندي مان بہ ان کان خوش هوندس ۽ جنهن کان مان خوش هوندس تہ الله تعاليٰ بہ ان کان خوش هوندو. جنهن کان بہ منهنجي ڌيءَ فاطمہ ناراض هوندي مان بہ ان کان ناراض آهيان ۽ جنهن کان مان ناراض ٿيس تہ الله تعاليٰ بہ ان کان ناراض ۽ غضبناڪ آهي. اي سلمان! اهو شخص برباد ٿئي جيڪو ان تي ظلم ڪري ۽ ان جي مڙس علي (عليہ السلام) تي ظلم ڪري. اهو شخص بہ برباد ٿئي جيڪو انهن ٻنهي جي اولاد ۽ انهن جي شيعن تي ظلم ڪري.

(8) مقداد بن اسود رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: آلِ محمد (صلوات الله عليهم) جي معرفت دوزخ جي باهہ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جو ذريعو آهي ۽ آلِ محمد (صلوات الله عليهم) جي دوستي پل صراط تان لنگهڻ جي راهداري آهي ۽ آلِ محمد (صلوات الله عليهم) جي ولايت کي قبول ڪرڻ الله جي عذاب کان امن ملڻ جو وسيلو آهي.

(9) جرير بن عبدالله بجلي کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: اي اصحابيو! خبروار ٿي وڃو تہ جيڪو بہ آلِ

محمد (ﷺ) جي محبت تي مرندو اهو شهيد مرندو. جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) جي محبت تي مرندو اهو بخشيل ٿي مرندو. خبروار رهو تہ جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) جي محبت تي مرندو ان جي قبر ۾ جنت جا دروازا کوليا ويندا، خبروار رهو تہ جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) جي محبت تي مرندو ان کي مرڻ وقت عزرائيل بهشت جي خوشخبري ٻڌائيندو ۽ پوءِ قبر ۾ منڪر نڪير جنت جي خوشخبري ٻڌائيندا. خبروار رهو تہ جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) جي محبت تي مرندو اهو سازوسامان سان ائين جنت ڏانهن ويندو جيئن نئين ڪنوار پنهنجي مڙس جي گهر ڏانهن ويندي آهي. خبروار رهو تہ جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) جي محبت تي مرندو اهو توبهہ ڪري مرندو. خبروار رهو تہ جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) جي محبت تي مرندو الله تعالىٰ ملائڪن کي ان جي قبر جو مجاور بڻائيندو. خبروار رهو تہ جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) جي محبت تي مرندو اهو سنتِ نبوي ۽ ايماني جماعت وارو ٿي مرندو. خبروار رهو تہ جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) جي محبت تي مرندو اهو ڪامل ايمان مرندو. خبروار رهو تہ جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) سان بغض ۽ دشمني رکي مرندو اهو قيامت جي ڏينهن اهڙي حال ۾ اٿندو جو ان جي پنهي اکين جي وچ ۾ لکيل هوندو "ايس من رحمت الله" يعني هي الله جي رحمت کان محروم آهي. خبروار رهو تہ جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) سان بغض ۽ دشمني رکي مرندو اهو ڪافر ٿي مرندو.

(10) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي حوالي سان عڪرمہ روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم عبدالرحمان بن عوف کي فرمايو: اي عبدالرحمان! توهان سڀ منهنجا اصحابي آهيو ۽ علي بن ابوطالب منهنجو ڀاءُ مون مان آهي ۽ مان علي مان آهيان. اهو منهنجي عِلم جو دروازو ۽ منهنجو وصي آهي. اهو فاطمہ، حَسن ۽ حُسين ئي اهڙا انسان آهن جيڪي انساني وجود ۽ شرافت ۽ ڪرامت ۾ زمين وارن سڀني کان بهتر آهن.

(نوٽ: مٿيون ترجمو ينابيع المودت ڪتاب ۾ آيل عبارت مطابق ڪيو ويو آهي. ٻين ڪتابن ۾ آيل اها حديث گهڻي ڏکي آهي جنهن جو ترجمو هيٺ ڏجي ٿو.اردو مترجم.)

ترجمو: عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي حوالي سان عڪرمہ روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم عبدالرحمان بن عوف کي فرمايو: اي عبدالرحمان! هي سڀئي منهنجا اصحابي آهن ۽ علي بن ابوطالب مون مان آهي ۽ مان علي (عليہ السلام) مان آهيان. (ٻي روايت مطابق) مون کان پوءِ جيڪو بہ ان کان منحرف ٿيندو يا جيڪو بہ ان کان سواءِ يعني ان جي ولايت جي مڃتا کان بغير مون وٽ ايندو يا جنهن ان تي ظلم ڪيو ان مون تي ظلم ڪيو ۽ جنهن مون تي ظلم ڪيو ان تي منهنجي پالڻهار جي لعنت آهي. يا ٻي روايت مطابق جنهن علي کي اذيت پهچائي ان مونکي اذيت پهچائي ۽ جنهن مونکي اذيت پهچائي ان تي منهنجي پالڻهار جي لعنت آهي. اي عبدالرحمان! الله هدايت جي واٽ کي بيان ڪرڻ وارو ڪتاب نازل ڪيو ۽ مونکي حڪم ڪيو تہ جيڪو ڪجهہ نازل ڪيو ويو آهي اهو سواءِ علي بن ابوطالب جي، مان ماڻهن تي ظاهر ڪريان، ڇوتہ ان کي بيان ۽ اظهار جي ضرورت ڪونهي. انهيءَ ڪري جو الله تعاليٰ ان جي فصاحت منهنجي فصاحت جهڙي ۽ ان جي سمجهہ منهنجي سمجهہ جهڙي ناهي آهي. مثال طور، جيڪڏهن حِلم يعني بردباري ۽ تحمل هڪڙو جسم ٿي هڪڙو مرد بڻجي وڃي ها تہ علي هجي ها. عقل جيڪڏهن هڪڙو انسان (ماڻهو) ٿي وڃي ها تہ حَسن هجي ها ۽ جيڪڏهن سخاوت هڪڙو ماڻهو هجي ها تہ حُسين هجي ها. جيڪڏهن حُسن يعني خوبصورتي هڪ شخص هجي ها تہ منهنجي نياڻي فاطمہ هجي ها، جيڪي انساني وجود، شرافت ۽ ڪرامت ۾ سڀني زمين وارن کان بهتر آهن.

(11) موسيٰ بن علي قريشي قمبر رضي الله عنہ کان ۽ قمبر رضي الله عنہ بلال بن حمامہ کان روايت ڪئي آهي. بلال جو بيان آهي تہ هڪڙي ڏينهن رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان وٽ تشريف کڻي آيا ۽ ان وقت پاڻ سڳورن جو منهن مبارڪ چنڊ وانگر چمڪي رهيو هو.

عبدالرحمان بن عوف اٿي ببهي عرض ڪيو تہ يارسول اللهﷺ! هي توهان جي منهن مبارڪ تي ڪهڙي روشني آهي. پاڻ سڳورن فرمايو تہ منهنجي پالڻهار جي طرف کان منهنجي ڀاءُ ۽ سوٽ علي بن ابوطالب ۽ منهنجي نياڻي فاطمہ جي باري ۾ مون وٽ هڪڙي خوشخبري آئي آهي. اها هي آهي تہ الله تعالىٰ علي (عليہ السلام) جو نڪاح فاطمہ (سلام الله تعالىٰ) سان ڪيو ۽ جنت جي چوڪيدار رضوان کي حڪم ڪيو آهي تہ جنت کي سينگاري. پوءِ رضوان طوبىٰ جي وڻ کي لوڏيو ۽ اهو منهنجي اهلبيت جي دوستن جي تعداد برابر پروانن سان ميويدار ٿيو ۽ الله تعالىٰ ان جي هيٺان نور جا ملائڪ پيدا ڪيا ۽ هرهڪ ملائڪ کي هڪڙو پروانو عطا ڪيو. جڏهن قيامت ٿيندي ۽ ماڻهو قيامت جي ميدان ۾ ايندا تہ اهي ملائڪ مخلوق کي پڪاريندا. پوءِ اهلبيت سان محبت ڪرڻ واري هرهڪ کي هڪڙو پروانو ملي ويندو جنهن ۾ دوزخ جي باهہ کان ڇوٽڪارو ملڻ جو حڪم لکيل هوندو. يا ٻي روايت مطابق هرهڪ محب جي هٿ ۾ هڪڙو پن ڇٽي ايندو جنهن ۾ پروانو هوندو ۽ ان پرواني ۾ دوزخ جي باهہ کان ڇوٽڪارو ملڻ جو حڪم لکيل هوندو. سو منهنجو ڀاءُ ۽ سوٽ علي بن ابوطالب ۽ منهنجي نياڻي منهنجي امت جي مردن ۽ عورتن کي دوزخ جي باهہ کان ڇڏائڻ وارا آهن.

(12) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم علي عليہ السلام کي فرمايو: اي علي! الله تعالىٰ تنهنجو فاطمہ سان نڪاح ڪيو ۽ ان پوري زمين کي ان جو مهر مقرر ڪيو آهي. هاڻي جيڪو بہ زمين تي گهمي ڦري ۽ توسان بغض رکندو هجي تہ ان جو زمين تي هلڻ حرام آهي.

(13) حافظ ابونعيم پنهنجي تحقيق سان پنهنجن استادن مرشدن جي زباني حضرت انس رضي الله عنہ جي روايت لکي آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ جڏهن ڪابہ شي ايندي هئي تہ فرمائيندا هيا تہ هي شي فلاڻي عورت وٽ کڻي وڃو جيڪا خديجہ الڪبرىٰ (رضي

الله عنها) جي سچي دوست آهي يا هي شي فلاڻي عورت کي پهچايو جو اها خديجہ رضي الله عنها کي دوست رکندي آهي.

(14) عمار بن ياسر رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: خديجہ الڪبريٰ (رضي الله عنها) کي منهنجي زالن يا ٻي روايت مطابق منهنجي امت جي عورتن تي ائين فضيلت حاصل آهي جيئن عيسيٰ عليہ السلام جي امڙ حضرت مريم رضي الله عنها کي پوري جهان جي عورتن تي.

(15) حذيفہ يماني رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: آسمان مان هڪڙو ملائڪ نازل ٿيو ۽ ان الله تعاليٰ کان مونکي سلام ڪرڻ جي اجازت ورتي. اهو ان کان اڳ ڪڏهن بہ زمين تي نہ آيو هو. ان الله تعاليٰ جي طرف کان مونکي اها خوشخبري ڏني تہ فاطمہ سيني جنت جي عورتن جي سردار آهي.

# چوڏهين مودت

## پيغمبر ﷺ ۽ انهن جي پاڪ اهلبيتن جي بيان ۽ حضور ﷺ فاطمہ سلام الله عليها جي وفات ۽ دفن جي حالات جي باري ۾

(1) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان هڪڙي حديث روايت ٿيل آهي تہ قيامت جي ڏينهن جيڪو سڀ کان پهريان پنهنجي قبر مان جيئرو ٿي اٿندو اهو ناطق ۽ صادق، ناصح ۽ مشفق پيغمبر يعني محمدمصطفيٰ صلي الله عليہ وآلہ وسلم هوندا. جبرائيل عليہ السلام براق وٺي اچي حاضر ٿيندو. ميڪائيل عليہ السلام هڪڙو تاج، اسرافيل عليہ السلام ڳتاني جبو ۽ رضوان بهشت جا بہ وڳا آڻيندو. جبرائيل عليہ السلام پڪاريندو تہ محمد (ﷺ) جي قبر ڪٿي آهي. زمين جواب ڏيندي تہ هوائن مونکي جبلن سوڌو ڪنيو ۽ هڪدم مونکي هيٺ اڇلايو. انهيءَ ڪري مونکي خبر ڪونهي تہ محمد (ﷺ) جي قبر ڪٿي آهي. ان وقت پاڻ سڳورن جي قبر مبارڪ مان نور جي هڪڙي لاٽ آسمان تائين ظاهر ٿيندي. پوءِ جبرائيل نهايت شدت سان روئڻ لڳندو تہ ميڪائيل ان کي چوندو تہ تون ڇو روئي رهيو آهين؟ جبرائيل جواب ڏيندو تہ اي ادا ميڪائيل! تون مونکي روئڻ کان منع ڪرين ٿو جڏهن تہ محمد (ﷺ) پنهنجي قبر مان اٿندا تہ مون کان پنهنجي امت بابت معلوم ڪندا. مونکي خبر ڪونهي تہ سندن امت ڪٿي آهي. اميرالمومنين علي عليہ السلام فرمايو تہ پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي قبر ڦاٽي پوندي ۽ محمد (ﷺ) هڪدم اٿي ويهي رهندا ۽ پنهنجي مٿي ۽ ڏاڙهي تان مٽي ڇنڊيندا. پوءِ ساڄي ۽ کاٻي نهاريندا ۽ ڪنهن بہ قسم جي آبادي نہ ڏسندا. ان وقت جبرائيل عليہ السلام کي فرمائيندا، اي جبرائيل! مونکي ڪا خوشخبري ٻڌاءِ. جبرائيل عرض

ڪندو، مان توهان کي براق جي خوشخبري ڏيان ٿو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمائيندا، ٻي ڪا خوشخبري ٻڌاءِ. اهو عرض ڪندو تہ مان توهان کي ڳتاني جبي ۽ ٻن بهشتي وڳن جي خوشخبري ڏيان ٿو. تڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمائيندا، اي جبرائيل! مونکي منهنجي امت جي خوشخبري ٻڌاءِ. شايد تو انهن کي دوزخ جي طبقن جي وچ ۾ ڇڏيو آهي يا شايد جهنم جي ڪناري تي ڇڏيو آهي يا شايد دوزخ جي شعلن جي وچ ۾ ڇڏيو آهي. ان وقت جبرائيل عرض ڪندو تہ يا محمد (ﷺ)! مون انهن کي ڪونہ ڏٺو آهي ۽ اهي پنهنجين قبرن ۾ آهن.

(نوٽ: ليکڪ جو چوڻ آهي تہ مون هن ڊگهي حديث کي ان مطلب تائين مختصر ڪري ڇڏيو آهي تہ اي پڙهندڙ توکي معلوم هجي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم تنهنجي انهن سان محبت ڪرڻ ۽ انهن جي سنت جي پيروي ڪرڻ جي ڪري توتي ڪيترو مهربان ۽ شفيق آهن يعني قبر مان اٿڻ سان ئي امت جو خيال آهي.)

(2) عمر رضي الله عنہ بن خطاب جي حوالي سان زيد بن اسلم روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جڏهن آدم عليہ السلام پهرين غلطي ڪئي تہ الله تعاليٰ کان هيئن دعا ڪئي "اي پالڻهار! مان محمد (ﷺ) جو واسطو ڏئي توکي عرض ڪريان ٿو تہ مونکي بخش ڪر." ان وقت الله تعاليٰ ارشاد فرمايو: "اي آدم! تو محمد کي ڪيئن سڃاتو حالانڪ مون ان کي اڃا پيدا ڪونہ ڪيو آهي." آدم عليہ السلام عرض ڪيو، اي پالڻهار! جڏهن تو مونکي پنهنجي قدرت واري هٿ سان پيدا ڪيو ۽ پنهنجي روح کي مون ۾ ڦوڪيو تہ مون پنهنجو ڪنڌ مٿي کنيو، ان وقت مون ڏٺو تہ عرش جي ٿنڀن تي لکيل هو "لا الٰہ الا الله محمد رسول الله" اهو ڏسي مان سمجهي ويس تہ تو پنهنجي نالي سان ان شخص جي نالي کي ملايو آهي جيڪو پوري مخلوق ۾ توکي سڀني کان وڌيڪ پيارو آهي. الله تعاليٰ فرمايو، اي آدم! تو سچ چيو. بيشڪ اهو منهنجي نظر ۾ پوري مخلوق کان وڌيڪ پيارو آهي. جيئن تہ تو ان جو واسطو ڏئي مون کان سوال ڪيو آهي انهيءَ ڪري مون

توکي بخشي ڇڏيو. جيڪڏهن مان ان کي پيدا نہ ڪيان ها تہ توکي بہ پيدا نہ ڪريان ها.

(نوٽ: حافظ ابوعبدالله جو چوڻ آهي تہ هي حديث توڙي جو بخاري ۽ مسلم ۾ شامل ڪونهي, اها صحيح حديث آهي.)

(3) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جي حوالي سان سعيد بن مسيب روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: الله تعاليٰ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڏانهن وحي موڪلي تہ اي عيسيٰ! محمد (ﷺ) تي ايمان آڻ ۽ پنهنجي امت کي حڪم ڏي تہ جيڪو ان کي ملي يعني محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ موجود هجي, ان تي ايمان آڻي. جيڪڏهن مان محمد (ﷺ) کي پيدا نہ ڪريان ها تہ آدم (عليہ السلام) کي بہ پيدا نہ ڪريان ها ۽ جيڪڏهن محمد (ﷺ) کي پيدا نہ ڪريان ها تہ, نہ جنت کي پيدا ڪريان ها ۽ نہ دوزخ پيدا ڪريان ها. جڏهن مون عرش کي پاڻيءَ مٿان پيدا ڪيو تہ اهو بيچين ٿي ويو يعني هيڏي هوڏي لڏڻ لڳو. پوءِ ان تي لا الٰہ الا الله مح (يعني محمد ﷺ جو اجا اڌ نالو) لکيو ويو تہ لکڻ سان اهو ماٺ ٿي ويو يعني بيهي رهيو.

(نوٽ: حافظ ابوعبدالله جو چوڻ آهي تہ هي حديث توڙي جو بخاري ۽ مسلم ۾ شامل ڪونهي, اها صحيح حديث آهي.)

(4) حافظ ابوعبدالله پنهنجن استادن کان ۽ انهن ابوالخير بحتريءَ کان روايت ڪئي آهي تہ مون (ابوالخير) اميرالمومنين علي عليہ السلام کي ڪوفي جي مسجد ۾ منبر تي ويٺل ڏٺو ۽ ان وقت کين حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي زرهہ پاتل هئي ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تلوار تي ٽيڪ ڏيون ويٺا هيا ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو پٽڪو مبارڪ مٿي تي رکيل هين ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي منڊي سندن آڱر ۾ پاتل هئي. پاڻ منبر تي ويهي قميص مٿي ڪري پيٽ کي ظاهر ڪيو ۽ ارشاد فرمايو: اي پائرو! ان کان اڳ جو مونکي نہ ملي سگهو مون کان پڇو. ڇوتہ منهنجين ٻنهي ڳڪين جي

وچ۾ وڏو عِلم آهي. پنهنجي پيٽ ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون, هي عِلم جي موجودگيءَ جي جاءِ آهي, هي رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لعاب جي برڪت آهي. هي اهو آهي جيڪو رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي ٿورو ٿورو ڪري کارايو آهي, جيئن پکي پنهنجي ٻچي کي چوڳو ڏيندو آهي. اهو عِلم الله تعالىٰ جي طرف کان مون ڏانهن بغير وحيءَ جي سڌوسنئون رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان پهتو آهي. الله جو قسم! جيڪڏهن منهنجي لاءِ مسند وڇائي وڃي ۽ مان ان تي ويهان تہ بيشڪ مان توريت وارن جي لاءِ انهن جي توريت مطابق فيصلو ٻڌائيندس ۽ انجيل وارن جي لاءِ انهن جي انجيل مطابق فيصلو ٻڌائيندس, ايستائين جو توريت ۽ انجيل پاڻ ڳالهائڻ لڳن ۽ هر هڪ چوي تہ علي (عليہ السلام) بلڪل سچ چيو آهي ۽ الله تعالىٰ مون ۾ جيڪو ڪجهہ شامل ڪيو آهي ان مطابق ٿي توهان کي فتوا ڏني وئي آهي. توهان الله جي ڪتاب کي پڙهو ٿا پر سمجهو ڪونہ ٿا.

(5) عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ هڪڙي پيري حَسن ۽ حُسين عليهم السلام مشق طور ڪجهہ لکيو ۽ هڪٻئي کي چوڻ لڳا تہ منهنجا اکر سنا آهن. آخرڪار پنهنجي امڙ سائڻ فاطمہ الزهرا سلام الله عليها کي عرض ڪيائون تہ اسان جو فيصلو ڪريو تہ اسان مان ڪنهن جا اکر سنا آهن. حضرت فاطمہ سلام الله عليها انهيءَ خيال کان تہ جيڪڏهن مان هڪڙي کي ٻئي تي فضيلت ڏينديس تہ انهن مان ٻئي کي ڏک ٿيندو. فيصلو ڪونہ ڪيائون ۽ ٻنهي پٽڙن کي چيائون تہ پنهنجي بابي علي (عليہ السلام) کان معلوم ڪيو. پوءِ انهن حضرت علي عليہ السلام کان اکرن بابت معلوم ڪيو. علي عليہ السلام فرمايو اي ٻچڙا! پنهنجي نانا سائين رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان معلوم ڪيو. انهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان معلوم ڪيو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ جيستائين مان جبرائيل کان معلوم نہ ڪيان توهان جي وچ۾ فيصلو نٿو ڪري سگهان. جڏهن جبرائيل حاضر ٿيو تہ عرض ڪيو تہ مان انهن جي وچ۾ فيصلو نٿو

ڪري سگهان بلڪ ميڪائيل انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪندو. ميڪائيل چيو تہ مان انهن جي وچ ۾ فيصلو نٿو ڪري سگهان بلڪ اسرافيل انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪندو. اسرافيل چيو تہ مان انهن جي وچ ۾ فيصلو نٿو ڪري سگهان بلڪ الله تعاليٰ کي سوال ڪندس تہ اهو انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪري. آخرڪار الله تعاليٰ ارشاد فرمايو مان انهن جي وچ ۾ فيصلو نہ ڪندس بلڪ انهن جي امڙ فاطمہ (سلام الله عليها) انهن جي وچ ۾ فيصلو ڪندي. بهرحال، فاطمہ سلام الله عليها چيو تہ مان انهن ٻنهي جي وچ ۾ فيصلو ڪريان ٿي. سانئڻ وٽ موتين جو هڪڙو هار هو، ٻنهي پٽڙن کي فرمايائون تہ مان هار جا موتي ڪندرايان ٿي ۽ توهان مان جيڪو وڌيڪ موتي چونڊيندو ان جا اکر سنا هوندا. اهو فرمائي انهن موتي ڪندڙائي ڇڏيا ۽ ان وقت جبرائيل عرش جي ٿنڀي وٽ موجود هو. الله تعاليٰ ان کي حڪم ڏنو تہ زمين تي وڃ ۽ موتين کي انهن جي وچ ۾ اڌواڌ ڪر تہ جيئن ڪوبہ نينگر مايوس نہ ٿئي. جبرائيل عليہ السلام اچي انهن ٻنهي معصومن جي حرمت ۽ عظمت ڪري موتين کي اڌواڌ ڪري ڇڏيو.

(نوٽ: روايت آهي تہ ان هار ۾ ست موتي هيا. جڏهن ٻئي معصوم ٽي ٽي موتي چونڊي ويا تہ جبرائيل عليہ السلام باقي ستين موتيءَ کي ٻہ ٽڪرا ڪري ڇڏيو ۽ ٻنهي معصومن هڪڙو هڪڙو اڌ کڻي ورتو. اردو مترجم.)

(6) رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن جي هڪڙي جماعت کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان پوءِ جڏهن اميرالمومنين علي عليہ السلام حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي غسل ڏيڻ جو ارادو ڪيو تہ فضل بن عباس رضي الله عنهما کي فرمايو تہ پنهنجي ٻنهي اکين تي پٽي ٻڌي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جسم مبارڪ تي پاڻي وجهندو وڃي. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پهراڻ کي ڳچيءَ کان هيٺ چيڪي ڌُن تي ڇڏي ڏنو. جڏهن غسل ۽ ڪفن کان فارغ ٿيا تہ اڳتي وڌي اڪيلو ئي جنازي نماز پڙهي ۽ ان نماز ۾ انهن سان ٻيو ڪوبہ گڏ شريڪ نہ هو. اصحابي سڀُورا ٻاهر ويٺا ان ڳالهہ بابت سوچ ويچار ڪري رهيا هيا تہ حضور صلي الله

عليہ وآلہ وسلم جي جنازي نماز پڙهڻ وقت انهن جو امام ڪير هوندو ۽ ڪين ڪٿي دفن ڪيو ويندو. پوءِ اميرالمومنين ٻاهر تشريف کڻي آيا ۽ انهن کي فرمايائون تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم حياتيءَ ۾ ۽ حياتيءَ پڄاڻان ٻنهي حالتن ۾ اسان جا امام آهن. پوءِ انهن مان ٿورا ٿورا ماڻهو اندر جنازي وٽ ويا ٿي ۽ بغير امام جي جنازي نماز پڙهي ٻاهر نڪري ٿي آيا. ان کان علاوه اميرالمومنين علي عليہ السلام فرمايو تہ الله تعاليٰ جنهن جاءِ تي ڪنهن پيغمبر جو روح قبض ڪندو آهي ان ئي جاءِ تي ان کي دفن ڪندا آهن. مان بہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سندن هن حجري ۾ دفن ڪندس جنهن ۾ پاڻ سڳورن جي وفات ٿي آهي. سڀني ان ڳالهہ کي پسند ڪيو.

جڏهن سڀئي جنازي نماز کان فارغ ٿيا تہ اميرالمومنين علي عليہ السلام زيد بن سهل کي جيڪو مديني ۾ قبرون کوٽيندو هو فرمايو تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ مديني وارن جهڙي سامي واري هڪڙي قبر کوٽ. ان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي لاءِ قبر کوٽي تيار ڪئي. پوءِ اميرالمومنين علي عليہ السلام، حضرت عباس رضي الله عنہ ۽ فضل بن عباس رضي الله عنهما قبر ۾ هيٺ لٿا تہ جيئن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي دفن ڪن. حضرت علي عليہ السلام حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي پنهنجن ٻنهي هٿن سان قبر ۾ سمهاريو ۽ انهن جو منهن ظاهر ڪيو. پوءِ سامي جي منهن تي ڪچيون سرون رکي انهن مٿان مٽي وڌي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم 28 صفر تي وفات ڪئي جڏهن تہ ڪجهہ ماڻهن جو خيال آهي تہ ان ڏينهن 12 ربيع الاول هئي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سومر ڏينهن وفات ڪئي ۽ ڪين اربع ڏينهن دفنايو ويو.

ان کان پوءِ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها پنهنجي گهر موٽي آيون ۽ مديني جون عورتون تعزيت ڪرڻ لاءِ انهن وٽ اچي گڏ ٿيون. تڏهن فاطمہ سلام الله عليها انا لله وانا اليہ راجعون زبان تي جاري ڪيو ۽ فرمايو تہ هاڻي آسمان جون خبرون اسان کان ڪٽجي ويون. پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي غم ۾ هي شعر پڙهيا:

اغبرَّ آفاق البلاد و كورت　　شمس النهار و اظلم العصران
والارض من بعد النبي خريبه　　اسفاعليه كثيرت الرجفان
فليبكه شرق البلاد غربها　　واليبكه مصر و كل يمان.

ترجمو: حضرت جي غم ۾ پورو جهان غبار آلود ٿي ويو ڏينهن جو سج ڪاراٽجي ويو ۽ سڄو جهان اونداهو ٿي ويو. حضور کان پوءِ زمين ويران ٿي وئي، ۽ حضور تي افسوس ڪرڻ سبب ان کي جهٽڪا (زلزلا) اچي رهيا آهن. ضروري آهي تہ دنيا جا اوڀر ۽ اولهہ حضور تي روڄ راڙو ڪن، ۽ مصر ۽ پوري يمن وارا انهن لاءِ روئين.

روايت آهي تہ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان ڇهہ مهينا پوءِ وفات ڪئي.

عبدالله بن عباس رضي الله عنهما کان روايت آهي تہ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها جي وفات جو وقت ويجهو ٿيو تہ ان معصومہ کي نہ بخار ٿيو ۽ نہ مٿي ۾ سور پيو. بلڪ حَسن ۽ حُسين عليهم السلام جا هٿ پڪڙيا ۽ ٻنهي کي ساڻ ڪري رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي قبر مبارڪ تي ويون ۽ قبر ۽ منبر جي وچ ۾ ٻہ رڪعتون نماز پڙهي. پوءِ ٻنهي پٽڙن کي پنهنجي سيني سان لڳائي انهن کي ڀاڪر ۾ ڀري فرمايو اي منهنجا ٻچڙا! توهان ٻئي گهڙي کن پنهنجي بابا سان وڃي ويهو. اميرالمومنين علي عليہ السلام ان وقت مسجد ۾ نماز پڙهي رهيا هيا. اتان پاڻ سڌو گهر آيون ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي چادر مبارڪ کنئي. پوءِ غسل ڪري حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو بچيل لباس (ٻي روايت مطابق بچيل ڪفن) پاتو. ان کان پوءِ حضرت جعفر طيار رضي الله عنہ جي گهرواري حضرت اسماء رضي الله عنها کي سڏ ڪيائون. ان جواب ۾ چيو جي رسول الله (ﷺ) جي ٻچڙي. حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها فرمايو اي اسماء! تون مون کان پري نہ ٿجان، مان گهڙي کن سمهڻ گهران ٿي. گهڙي کن کان پوءِ جيڪڏهن مان ٻاهر نہ نڪران تہ تون مونکي ٽي دفعا سڏ ڪجان. جيڪڏهن مان جواب ڏيان تہ اندر هلي اچجان ورنہ سمجهي وڃجان تہ مان الله جي رسول (ﷺ) وٽ

پهچي وئي آهيان. ان کان پوءِ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي جاءِ تي بيهي ٻہ رڪعتون نماز پڙهيائون ۽ پوءِ سمهي پنهنجو چهرو مبارڪ چادر سان ڍڪي ڇڏيو. ڪجهہ ماڻهن جو چوڻ آهي تہ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها سجدي جي حالت ۾ وفات ڪئي.

مطلب، جڏهن گهڙي کن گذري تہ حضرت اسماء رضي الله عنها حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها کي مخاطب ٿي سڏ ڪيا. اي حَسن ۽ حُسين جي امڙ. اي الله جي رسول جي ٻچڙي. مگر ڪوبہ جواب ڪونہ مليو. تڏهن اسماء رضي الله عنها ڪمري ۾ اندر داخل ٿي ۽ ڏٺائين تہ معصومہ سلام الله عليها رحلت فرمائي چڪيون آهن.

پوءِ حضرت اسماء رضي الله عنها روئيندي گهر مان نڪتي ۽ چيائين تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي توهان جي وفات کان انهيءَ لاءِ آگاهہ ڪيو هو. ان سان حَسن ۽ حُسين عليهم السلام مليا ۽ پڇيائون، اي اسماءِ! اسان جي امڙ ڪٿي آهن؟ اسماء رضي الله عنها ماٺ رهي ۽ ٻئي نينگر گهر ۾ اندر آيا. ڏٺائون تہ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها ستيون پيون آهن. امام حُسين عليہ السلام انهن کي لوڏيو تہ معلوم ٿيو تہ اهي فوت ٿي چڪيون آهن. اهو حال ڏسي ان پنهنجي وڏي ڀاءُ کي عرض ڪيو. ادا، الله تعالىٰ توهان کي اسان جي امڙ جي وفات بدلي اجر عطا فرمائي. پوءِ ٻئي ڀائر گهر مان نڪتا ۽ پڪاريندا پئي ويا. وا محمداه. وا احمداه. اي نانا اڄ امڙ جي وفات اسان جي لاءِ توهان جي وفات جي ياد تازي ڪري ڇڏي. پوءِ مسجد ۾ وڃي پنهنجي بابا سائين علي بن ابوطالب عليہ السلام کي ان واقعي جي خبر ڏنائون. اها هيانءُ ڏاريندڙ خبر ٻڌڻ سان حضرت علي عليہ السلام تي اهڙي غشي طاري ٿي وئي جو کين هوش ۾ آڻڻ لاءِ سندن منهن تي پاڻي ڇٽڪايائون. جڏهن ڪجهہ هوش ۾ آيا تہ پاڻ گهر تشريف کڻي آيا ۽ فاطمہ سلام الله عليها جي حجري ۾ داخل ٿيا. ان وقت حضرت اسماء رضي الله عنها معصومہ سلام الله عليها جي سيراندي کان ويٺي روئي رهي هئي ۽ چئي رهي هئي،

اي محمد (ﷺ) جا ٻچڙا! اسان کي فاطمہ جي هوندي توهان جي نانا سائين جي وفات ياد ڪونہ ايندي هئي. هاڻي فاطمہ! توهان کان پوءِ ڪنهن جي چهري منور جي زيارت ڪنداسين.

آخرڪار اميرالمومنين علي عليہ السلام حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها جي چهري تان ڪپڙو هٽايو ۽ ڏٺائون تہ هڪڙو خط انهن جي مٿي جي ويجهو رکيو آهي. ان کي پڙهيائون تہ ان ۾ هيٺن لکيل هو:

بسم الله الرحمان الرحيم. هي فاطمہ بنت رسول الله جي وصيت آهي ۽ اها شاهدي ڏئي ٿي تہ الله کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق (معبود) ڪونهي، محمد الله جو رسول آهي ۽ شهادت ڏيان ٿي تہ جنت حق آهي ۽ دوزخ حق آهي ۽ قيامت ضرور اچڻ واري آهي ان ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي ۽ الله تعاليٰ سيني مئلن کي قبرن مان جيئرو ڪري اٿاريندو. اي علي، مان فاطمہ بنت رسول الله آهيان. الله تعاليٰ منهنجو توسان نڪاح ڪيو تہ جيئن دنيا ۽ آخرت ۾ تنهنجي زال هجان ۽ تون غير جي نسبت منهنجي لاءِ گهڻو وڌيڪ اوليت وارو آهين. تون ئي مونکي غسل ڏجان ۽ سنوارجان ۽ ڪفن ڏئي رات جي وقت مونکي دفن ڪجان ۽ ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائجان. مان توکي الله جي حوالي ڪريان ٿي ۽ پنهنجي اولاد کي جيڪا قيامت تائين ٿيندي سلام ڪريان ٿي.

جڏهن رات ٿي تہ اميرالمومنين علي عليہ السلام ان کي غسل ڏنو ۽ تختي تي ليٽايو. پوءِ امام حَسن عليہ السلام کي فرمايائون تہ منهنجي لاءِ مصلو کڻي اچ. پوءِ انهن جنازي نماز پڙهي ۽ پنهنجا ٻئي هٿ آسمان ڏانهن مٿي ڪري پڪاريو. هي فاطمہ آهي مان هن کي اونداهيءَ مان روشني جي طرف موڪلي رهيو آهيان. پوءِ زمين پري پري تائين روشن ٿي وئي.

جڏهن انهن حضرات ان معصومہ کي دفن ڪرڻ گهريو تہ جنت البقيع واري قبرستان مان آواز آيو مون ڏانهن کڻي اچو. پوءِ ان جاءِ جي مٿي مٿي اپري وئي ۽ هڪڙي کوٽيل قبر نظر آئي. آخرڪار تختي کي جيڪو هڪڙي خاص قسم جو تابوت هو جيڪو سيده سلام الله عليها

پاڻ پنهنجي ميت لاءِ ائين ڻاهڻ لاءِ فرمايو هو اوڏانهن کڻي ويا ۽ ان معصومہ کي ان قبر ۾ دفن ڪيائون. پوءِ اميرالمومنين علي عليہ السلام قبر جي پرسان وينا ۽ زمين کي مخاطب ٿي فرمايو اي زمين! مان پنهنجي امانت تنهنجي حوالي ڪريان ٿو. هي رسول الله ﷺ جي نياڻي آهي. تڏهن ان زمين مان آواز آيو اي علي! مان تنهنجي مقابلي ۾ هن تي گهڻي وڏيڪ مهربان آهيان. هاڻي تون وڃ ۽ فڪر نہ ڪر. پوءِ حضرت علي عليہ السلام قبر کي بند ڪيو ۽ زمين کي سڌو ڪري ڇڏيو. ڪنهن کي بہ حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله عليها جي قبر جو پتو نہ لڳو.

هڪڙي اعرابي سوال ڪيو تہ معصومہ سلام الله عليها کي پنهنجي وفات جي وقت جي ڪيئن خبر لڳي؟ عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جواب ڏنو انهن جي بابي سائين ان کي ان ڳالھ کان آگاهہ ڪيو هو.

(7) حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: حضرت عبدالمطلب رضي الله عنہ قيامت جي ڏينهن امتِ واحد جي حالت ۾ اٿندو ۽ ان جو شان ۽ شوڪت بادشاهن جهڙو هوندو ۽ پيشاني پيغمبرن وانگر چمڪندي هوندي.

(8) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: حضرت عبدالمطلب رضي الله عنہ جاهليت واري زماني ۾ پنج طريقا رائج ڪيا هيا ۽ الله تعاليٰ اهي اسلام ۾ جاري ڪيا. (1) حضرت عبدالمطلب رضي الله عنہ پيءُ جي زالن (ويڳين مائن) کي پٽن لاءِ حرام ڪيو هو. الله تعاليٰ ان جي مطابق نساء سورت جي هي آيت نازل ڪئي. "وَلَا تَنْكِحُوا مَا نَكَحَ آبَاؤُكُمْ مِنَ النِّسَاءِ إِلَّا مَا قَدْ سَلَفَ" معنيٰ: ۽ ابي ڏاڏي جي زالن سان نڪاح نہ ڪيو مگر جيڪي ٿي گذريو سو ٿي ويو. (2) حضرت عبدالمطلب رضہ کي ڪٿان ڪجهہ مال هٿ آيو ان مان پنجون حصو ڪڍيائين ۽ الله تعاليٰ جي واٽ

۾ خرچ ڪيائين. الله تعاليٰ انفال سورت ۾ هي آيت ان مطابق نازل ڪئي. ”وَاعْلَمُوٓا اَنَّمَا غَنِمْتُمْ مِّنْ شَيْءٍ فَاَنَّ لِلّٰهِ خُمُسَهٗ“ معنيٰ: توهان کي ڄاڻ هجي تہ ڪافرن کان جو ڪجھ غنيمت جو مال هٿ اچي تہ ان جو پنجون حصو خاص الله لاءِ آهي (3) حضرت عبدالمطلب رضي الله عنہ جڏهن زم زم جي کوھ کي کوٽيو تہ ان جو نالو سقاية الحاج رکيو. ان کي الله تعاليٰ توبہ سورت جي هن آيت ”اَجَعَلْتُمْ سِقَايَةَ الْحَآجِّ وَعِمَارَةَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ كَمَنْ اٰمَنَ بِاللّٰهِ وَالْيَوْمِ الْاٰخِرِ وَجٰهَدَ فِيْ سَبِيْلِ الله“ ۾ نازل ڪيو. (4) ماڻهوءَ جي قتل جي خون بها هڪ سَوَ اٺ مقرر ڪيا. الله تعاليٰ اهوئي طريقو اسلام ۾ جاري ڪيو. (5) قريشن ۾ طواف جي ڦيرن جو تعداد مقرر ڪونہ هو. حضرت عبدالمطلب رضي الله عنہ طواف جا ست ڦيرا مقرر ڪيا، الله تعاليٰ ان کي اسلام ۾ جاري رکيو.

(9) اميرالمومنين علي عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم مونکي فرمايو: اي علي! اسان جو ڏاڏو عبدالمطلب رضي الله عنہ جوا جي تيرن سان ورهاست ڪونہ ڪندو هو ۽ بتن کي بہ ڪونہ پوڄيندو هو ۽ جانور جيڪي بتن جي آستاني تي ۽ انهن جي نالي تي ذبح ٿيندا هيا انهن جو گوشت ڪونہ کائيندو هو ۽ اهو ابراهيم عليہ السلام جي دين مذهب تي هو.

(10) امام جعفرصادق عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم وٽ جبرائيل عليہ السلام نازل ٿيو ۽ عرض ڪيو تہ توهان جي پالڻهار درود ۽ سلام جي تحفي کان پوءِ ارشاد فرمايو آهي تہ مون دوزخ جي باھ کي ان پيڙهي (پٺي) تي حرام ڪري ڇڏيو آهي جنهن اي محمد (ﷺ) توکي ماءُ جي رِحم ۾ لاٿو ۽ ان پيٽ تي بہ دوزخ جي باھ حرام ڪئي آهي جنهن توکي کنيو يعني جنهن مان تون ڄائين ۽ ان جهوليءَ تي بہ دوزخ جي باھ حرام ڪئي آهي جنهن توکي نپايو.

(نوٽ: هن حديث کي مسلم پنهنجي ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ شامل ڪيو آهي.)

(11) سعيد بن مسيب پنهنجي پيءُ کان روايت ڪئي آهي ته جڏهن حضرت ابوطالب رضي الله عنه جي وفات جو وقت ويجهو ٿيو ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم اتي تشريف کڻي آيا. پاڻ سڳورن ڏٺو ته ابوجهل بن هشام ۽ عبدالله بن ابي ۽ اميه بن مغيره ان وٽ موجود آهن. تڏهن حضور صلي الله عليه وآله وسلم حضرت ابوطالب رضي الله عنه کي مخاطب ٿي چيو اي چاچا! ڪلمو لا اله الا الله محمد رسول الله پڙهو ته جيئن مان الله وٽ ان باري ۾ توهان جي شاهدي ڏيان. اهو ٻڌي ابوجهل چيو اي ابوطالب! ڇا جهالت جي سبب پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي مذهب کان منهن موڙيندين. ايستائين جو ابوطالب رضي الله عنه اهائي ڳالهه چئي جيڪا عبدالمطلب رضي الله عنه مرڻ وقت پنهنجي آخري گفتگو ۾ چئي هئي يعني توحيد ۽ رسالت جي شاهدي ڏني. تڏهن رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ان کي فرمايو اي چاچا! توهان جي واسطي الله جي نظر ۾ سبقت آهي.

(12) ابن هشيم کان روايت آهي ته مون حضرت علي عليه السلام کان ٻڌو ته حضرت ابوطالب رضي الله عنه سڀني ڳالهين ۾ حضرت عبدالمطلب رضي الله عنه جي پيروي ڪئي. ايتري تائين جو ان جي دين مذهب تي دنيا مان لاڏاڻو ڪيو ۽ مونکي وصيت ڪيائين ته مونکي حضرت عبدالمطلب رضي الله عنه جي قبر ۾ دفن ڪجان. مون رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم کي ان ڳالهه کان آگاهه ڪيو. حضور صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو ته ان کي دفن ڪيو ۽ جيڪا وصيت ڪئي آهي ان مطابق عمل ڪيو. راوي جو چوڻ آهي ته حضرت علي عليه السلام ان کي غسل ڏنو ۽ ڪفن پارائي ميت کي حجون واري قبرستان (جنت المعليٰ) ڏانهن کڻي ويا. حضرت علي عليه السلام فرمايو ته مون حضرت عبدالمطلب رضي الله عنه جي قبر کي کوٽيو ۽ تختو هٽايو ۽ ڏٺو ته ان جو منهن قبلي ڏانهن آهي. اهو حال ڏسي مون الله جو حمد ۽ ثنا ڪئي ۽ ٻنهي لاشن جي مٿان تختو رکي ڇڏيو. اهو يعني ابوطالب رضي الله عنه پيغمبرن جي وصين جو وصي ۽ نبين جي بهترين وارثن مان هو.

(13) اعمش جو بيان آهي تہ مون سان ابواسحاق بن حارث ۽ سعد بن بشير حضرت علي عليہ السلام جي روايت بيان ڪئي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: مان توهان کي حوض ڪوثر تي گهرائڻ وارو آهيان ۽ اي علي، تون ساقي يعني پاڻي پيارڻ وارو آهين ۽ حَسن ۽ حُسين حڪم ڏيڻ وارا آهن ۽ علي (امام زين العابدين) بن حُسين فاطر آهن ۽ محمد (باقر) بن علي ناشر يعني پکيڙڻ وارا آهن. جعفر(صادق) بن محمد (باقر) سائق يعني جنت وارن کي پنهنجي اڳيان ڪري جنت ۾ وٺي وڃڻ وارا آهن ۽ موسيٰ (ڪاظم) بن جعفرصادق دوستن ۽ دشمنن کي ڳڻڻ وارا ۽ منافقن جي ڪن مهٽ ڪرڻ وارا آهن. علي (الرضا) بن موسيٰ ڪاظم مومنن جي زينت ڪرڻ وارا آهن ۽ محمد (تقي) بن علي الرضا جنت وارن کي انهن جي درجن تائين پهچائڻ وارا آهن ۽ علي (نقي) بن محمد تقي جنت وارن جا خطيب آهن جو حورن سان انهن جو نڪاح پڙهندا. حسن (عسڪري) بن علي نقي جنت وارن جو ڏيئو آهن جو ان کان روشني حاصل ڪندا ۽ اهي ان جي لائق آهن. مهدي هادي (عليہ السلام) ان وقت جڏهن ڪنهن جي بہ شفاعت نہ هوندي تہ انهن جي شفاعت ڪرڻ وارا آهن، ڇوتہ الله جي اجازت ۽ حڪم سان جنهن جي لاءِ اهو باري تعاليٰ چاهي ۽ جنهن کان اهو خوش هجي.

(14) امام علي رضا عليہ السلام کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: جلد منهنجي جگر جو هڪڙو ٽڪرو خراسان ۾ دفن ٿيندو. جيڪو بہ ڏکويل ۽ ستايل ان مظلوم جي زيارت ڪندو تہ الله تعاليٰ ان جي ڏک ۽ تڪليف کي دور ڪندو. جيڪو گناهگار ۽ خطاڪار ان جي زيارت لاءِ ويندو تہ الله تعاليٰ ان جا گناهہ بخشي ڇڏيندو. ان کان علاوه، حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو جيڪو بہ طوس شهر ۾ وڃي منهنجي پُٽڙي جي زيارت ڪندو ان کي اهو ثواب ملندو تہ ڄڻ ان هڪڙو حج ڪيو. حضرت عائشہ رضي الله عنها عجب مان عرض ڪيو

هڪڙي حج جو ثواب ملندو؟ پاڻ سڳورن فرمايو تہ بلڪ ٻن حجن جو. حضرت عائشہ رضي الله عنها وري تعجب مان چيو تہ ٻن حجن جو. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ ان کي ٽن حجن جو ثواب ملندو. اهو ٻڌي حضرت عائشہ رضي الله عنها ماٺ ٿي وئي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اي عائشہ! جيڪڏهن تون ماٺ نہ ڪرين ها تہ مان ستر حجن جي ثواب تائين پهچان ها.

(15) حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمان آهي تہ جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) جي محبت تي مرندو اهو مومن جي موت مرندو. جيڪو بہ آلِ محمد (ﷺ) جي دشمني تي مرندو اهو ڪافر ٿي مرندو. ان کان علاوه فرمايو آهي تہ آلِ محمد (ﷺ) سان هڪڙو ڏينهن دوستي رکڻ الله جي هڪڙي سال جي عبادت ڪرڻ کان بهتر آهي.

## پڄاڻي

الله تعاليٰ سچ فرمايو آهي ۽ ان جي سچي رسول صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ سچ فرمايو آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي الله جو درود ۽ سلام ۽ ان جي رحمت ۽ برڪت هجي ۽ الله جي واٽ جي انهن اڳواڻن تي بہ جيڪي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ عترت مان آهن. جيڪي ڪفر ۽ ضلالت جي اونداهي ۾ چوڏهين جو چنڊ آهن. جيڪي ايمان وارن لاءِ مضبوط قلعو آهن ۽ جهان وارن تي الله جي حجت آهن. الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ ڪنهن قسم جي طاقت ۽ قوت حاصل ڪونهي. هن جاءِ تي اسان هن برڪت واري ڪتاب کي پورو ڪيو تہ جيئن اهو ڪتاب منهنجي لاءِ ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ۽ انهن جي پاڪ آل جي تصديق ڪرڻ وارن جي لاءِ حشرونشر يعني قيامت جي ڏينهن شفاعت ڪرڻ وارو ۽ ڇوٽڪاري جو ذريعو ۽ وسيلو ٿئي. آمين.

## سنڌيڪار جا اڳ ڇپيل ڪتاب

= = = = = = = = = =

### سِنڌي واٽ جو ڏَس

(قرآن شريف جو سولو سنڌي ترجمو)

.......

1. ستارن ۾ لڪيل. سوڪي جي ڪهاڻي.

(رتن ان دَ استارس. دَ استوري آف سوڪي.)

..............

2. ڪربلا جي بهادر عورت

(حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها)

...............

3. سيرت حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام

...............

4. حضرت محمّد صلى الله عليه وآله وسلم

جو آفاقي پيغام

............

5. رڻ سڄوئي رت ڦڙا /

داستان ڪربلا

..........

6. هاشمين جو چنڊ

(غازي علمدار عباس عليہ السلام)

...............

7. **اسلام جي تاريخ**
(دي اسپرٽ آف اسلام)
...........

8. **شانِ حضور**
صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم
. . . . . . . . . . . . .

9. **پير ڪامل**
صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم
............

10. **خدا جي تاريخ**
(اَ هسٽري آف گاڊ)
. . . . . . . . . . .

11. **ايمان اُمِيد ۽ محبت**
. . . . . . . . . . . .

12. **فُتوح الغيب**
. . . . . . . . . . .

13. **فاطمہؑ فاطمہؑ آهي.**
..........

14. **انساني ضمير جو آواز**
(امام علي عليہ السلام)

15. **محسنِ انسانيت**
صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم
................

16. **حضرت خديجہ** رضہ
**پهرين مسلمان ۽**
پيغمبر **محمد** ﷺ **جي پهرين گهرواري**
...........

17. **علي** عليہ السلام **۽ اڪيلائي**
..........

18. **انوارِ زهرا** سلام الله عليها
..........

19. **نبي ڪريم** ﷺ
**عظيم ماهرِ نفسيات**
.........

20. **نور الثقلين**
........

---



## سنڌيڪار جا ايندڙ ڪتاب

=======

### 1. محمد ﷺ

انگريز ليکڪ: ابوبڪر سراج الدين (مارٽن لنگز)
جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو

.........

### 2. سيرتِ رسول ڪريم ﷺ

امام علي خامنائي مد ظلہ العالي جي تقريرن جو ترجمو

..........

### 3. باطني خلافت

قاري ظهوراحمد فيضي جي اردو ڪتاب جو ترجمو

..........

### 4. گهر وارَ ۽ در وارا

قاري ظهوراحمد فيضي جي اردو ڪتاب جو ترجمو

